# عرفان لطیف



سندھی ادب

یع کنندہ:- محکمۂ اطلاعات مغربی پاکستان حیدرآبا



درگاھ شاھ عبداللطيف ڀٽائي

# عرفان لطیف





شایع کندہ:- محکمۂ اطلاعات مغربی پاکستان حیدرآباد

# فہرست



**جناب غلام نبي ميمڻ**

وزير اطلاعات، قانون ۽ پاليماني امور

حڪومت آلهندو پاڪستان.

# پيغام

واديءِ سنڌ جي سرزمين اسانجي برصغير ۾ باب الاسلام جو درجو رکي ٿي ڇاڪاڻ ته آڳاٽي زماني کان وٺي عرب ملڪ جا مسلمان تجارت ۽ تبليغ جي سانگي سنڌ ۾ ايندا رهيا. اهڙيءَ طرح هن برصغير جي ڪفرستان ۾ اسلامي نور جو چراغ سڀ کان اول هن سرزمين تي روشن ٿيو جنهن جا ڪرڻا رفته رفته هندستان جي ڪنڊڪڙڇ تائين پهچندا رهيا.

مسلمان تاجرن جي مسلسل آمدورفت ۽ منجهن تبليغ ۽ تجارتي ساک ۽ ايمانداري کان متاثر ٿي، هتي جا باشندا اسلام جي دائري ۾ داخل ٿيندا رهيا. انهيءَ اسلامي معاشري ۽ پاڪيزه ماحول هن سرزمين کي ڪيترائي عارف، ۽ ڪامل بزرگ عطا ڪيا، جن پنهنجي روحاني تعليم سان هتي جي رهاڪن کي فيضياب ڪيو.

انهن باڪمال بزرگن مان شاه عبداللطيف ڀٽائي جي بلند مقام کي هند ۽ سنڌ جا ماڻهو تسليم ڪري چڪا آهن. اسان جو شاه لطيف نه فقط روحاني علم ۽ عرفان جي دولت کان مالا مال هو، پر پاڻ هڪ نهايت عظيم مفڪر ۽ بلند پايه شاعر پڻ هيو. جنهن پنهنجي فڪر کي پختو ڪرڻ لاءِ عملي تجربي کي ضروري ڄاتو ۽ انهيءَ لاءِ سير وسياحت وسيلي جهر جهنگ ۽ جبل ڏوري، واديون ۽ ميدان لتاڙي، ساموندي ڪنارن تائين پهچي، پنهنجي ديس ۾ رهندڙ هر طبقي جي ماڻهن جي زندگيءَ جو عميق نظر سان مطالعو ڪيو. انهيءَ کانپوءِ شاه لطيف عرفان الاهي ۽ روحاني رمزن کي پنهنجي مشاهدي سان مطابقت

ڏيئي عوامي داستانن ۽ لوڪ ڪهاڻين کي تشبيهه، بڻائي نهايت اعليٰ معيار جي شعر جي صورت ۾ پيش ڪيو.

جئين مولانا روم جي ڪلام متعلق چيو ويو آهي ته :-

هست قرآن در زبان پهلوي

اهڙي طرح شاه لطيف پاڻ پنهنجي ڪلام جي باري ۾ چيو آهي ته :-

"جي تو بيت ڀانئيا، سي آيتون آهين.
نيو من لائين، پريان سندي پار ڏي.،،

شاه صاحب جي بيان مان ظاهر آهي ته سندس ڪلام ۾ جا بجا آهي آيتون يعني نشانيون ظاهر آهن جي اسانکي پنهن جي محبوب حقيقي سان ملڻ واري منزل تائين رسائي سگهن ٿيون. شاه صاحب جي ڪلام کي انهي نقطه نظر سان پرجهڻ ۽ پروڙڻ جي ڪوشش ڪبي ته يقيناً سالڪ کي مالڪ حقيقي جي مشاهدي ماڻڻ ۽ منزل مقصود تي پهچڻ ۾ وڏي مدد ملندي.

شاه صاحب جي ورسي* جي موقع تي هرڪنهن سال محڪمه اطلاعات جي طرفان مضامين ۽ ڪتابن جي اشاعت وسيلي لطيفي پيغام کي عوام جي هرڪنهن طبقي تائين پهچائڻ جي ڪوشش جاري آهي. هن سال بڻ انهيءَ مقصد سان **عرفان لطيف** جي نالي هي ڪتاب شايع ٿي رهيو آهي. **عرفان لطيف** جي مطالع مان معلوم ٿيندو ته شاه لطيف

پنهن جي ڪلام ۾ کهڙيءَ ريت قرآني آيات جي روشني ۾ اسلامي فلسفہ حيات جي تبليغ ۽ تشريح ڪئي آهي تانڪہ اهو دلڪش شاعرانہ ڪلام، راه حق جي پانڌيڙن کي نصب العين حاصل ڪرڻ ۾ هٿي ڏئي. اميد تہ عرفان لطيف عوام لاءِ واقعي ڪارائتو ثابت ٿيندو.

غلام نبي ميمڻ
وزير اطلاعات، قانون ۽ پارليماني امور
حڪومت مغربي پاڪستان

---



جناب مسرور حسن خان

تمغہء پاکستان سي - ايس - پي

کمشنر حيدرآباد ڈويزن .

ڪمشنر هائوس

حيدر آباد

٢٨ مئي ١٩٦٦ع.

# پيش لفظ

شاه عبداللطيف ڀٽائي عليه رحمت جي عارفاڻي ڪلام ۾ زندگي جي هر پهلو جي جهلڪ نمايان طور نظر اچي ٿي ۽ قدم قدم تي هو اسانجي رهبري ڪري مشڪلات مان پار اڪاري همت ۽ حوصلو ڏياري زندگيءَ جي منزل مقصود تي پهچڻ ۾ اسان جي رهنمائي ڪري ٿو.

شاه جي رسالي کي شعر جي ڪسوٽيءَ تي پرکڻ سان اسان کي اهي ته عجيب ۽ انوکيون خوبيون ۽ جدتون نظر اينديون جن جو مثال هند توڙي سنڌ جي عالي مقام شاعرن جي ڪلام ۾ نه ملندو.

معرفت جا سبق اهڙي ته عام فهم انداز ۾ بيان ڪيا اٿس ۽ تشبيهون خواه استعارا اهڙا ڪم آندل آهن جي هر ڪنهن طبقي جي روزمره زندگي سان واسطو رکن ٿا. ويتر جو لوڪ ڪهاڻين کي پنهن جي پيغام پهچائڻ جو وسيلو بنايو اٿس تنهن سندس ڪلام جي مقبوليت ۾ ڪايا ڪلپ ڪري ڇڏي آهي.

شاه لطيف ثقافتي ڪاميٽيءَ فيصلو ڪيو آهي ته هر ڪنهن سال هڪ خاص موضوع منتخب ڪيو وڃي، ته ڪه انهيءَ سال ورسي جي موقع تي جيڪي به مضامين لکيا وڃن يا مقالا پڙهيا وڃن سي انهيءَ خاص موضوع بابت هجن. هن مان مراد آهي شاه جي ڪلام جي هر هڪ پهلوءَ کي اجاگر ڪرڻ

۽ عوام اڳيان پيش ڪرڻ لاءِ موزون طريقو اختيار ڪيو وڃي. چنانچه هن سال جهڙو موضوع مقرر ڪيو ويو آهي سو آهي "شاهه جي ڪلام ۾

## "اسلامي اقدار"

محڪمه اطلاعات حيدرآباد طرفان سال بسال شاهه لطيف جي ورسي جي موقع تي خاص اشاعت جون جهڙي روايتون قائم آهن آلهن ۾ پڻ مذڪوره مقصد کي پيش نظر رکيو ويو آهي، تنهن ڪري هن ڪتاب (عرفان لطيف) ۾ شاهه جي ڪلام کي اسلامي احڪام ۽ قرآني آيتن جي روشني ۾ پيش ڪرڻ جي بهرين ڪامياب ڪوشش ڪئي وئي آهي جنهن لاءِ مان ڊائريڪٽر انفارميشن حيدرآباد کي مبارڪ پيش ڪريان ۽ اميد اٿم ته هي ڪتاب عوام توڙي خواص وٽ مقبول ثابت ٿيندو.

مسرور حسن خان

ڪمشنر

حيدرآباد ڊويزن.

# نذرانهٔ عقيدت

شاه عبداللطيف ڀٽائي جي فيض جو چشمو هن سر زمين جي باشندن کي سيراب ڪندو رهي ٿو - هن ڪامل عارف جي پيغام کي عوام جي هر طبقي تائين پهچائڻ جي مقصد سان محڪمه اطلاعات حيدرآباد جي طرفان سال بسال ورسيءَ جي موقعه تي خصوصي اشاعتن جو سلسلو جاري رهندو اچي ٿو .

هن ڀيري فيصلو ڪيو ويو آهي ته ”شاه صاحب جي ڪلام ۾ اسلامي اقدار“ جي موضوع تي سموري توجه مرڪوز ڪري مضامين ۽ مقالا لکايا وڃن - حيدرآباد ڊويزن جي ڪمشنر جناب مسرور حسن خان جي تجويز تي لطيف ثقافتي ڪميٽي جي انهيءَ فيصلي کي نظر ۾ رکندي هتان جي بلند پايه شاعر ۽ اديب ، محقق ۽ مصنف جناب محمد خان غني جي هيءَ تصنيف **عرفان لطيف** بصد عقيدت عوام جي اڳيان پيش ڪجي ٿي .

قابل مصنف قرآني آيات جي روشني ۾ شاه لطيف جا بيت نهايت اثرائتي انداز ۾ پيش ڪيا آهن .

۽ فقط اها ڪوشش ڪئي آهي ته شاه سائينءَ جو ڪهڙو بيت قرآن شريف جي ڪهڙي آيت جو تفسير ٿي سگهي ٿو .

هن ڪتاب جي اشاعت ۾ جناب شاڪر مصطفيٰ اسسٽنٽ ڊائريڪٽر انفرميشن حيدرآباد جنهن محنت ۽ سرجوشيءَ سان معاونت ڪئي آهي ان لاءِ مان سندس شڪرگذار آهيان .

اميد اٿم ته هيءَ پيشڪش پڙهندڙن کي پسند ايندي .

حيدرآباد
٢٨-مئي ١٩٦٦ع

سيد بشير حسين
ڊائريڪٽر انفرميشن- مغربي پاڪستان
حيدرآباد.

# عرفان لطیف

مصنف

محمد خان غني



صدر مملڪت فيلڊ مارشل محمد ايوب خان ۽ وزيرقانون مغربي پاڪستان
جناب غلام نبي ميمڻ جي پٽ شاه تي آمد.




صدر مملڪت فيلڊ مارشل محمد ايوب خان شاهه لطيف جي ٢١١ ورسي جي

بِسْمِ اللهِ الرَّحمانِ الرَّحِيْمِ○

وحده وائي، چڙهندي چيائين
سو تڙ لنگهيائين جتي هارڪ ٻڪيا

# شاهه جو عرفان

سر تاج الشعرا سيد عبداللطيف ڀٽائي جو ڪلام بلاغت ۽ نظام ۾ تہ انهن سڀني خوبين سان ڀرپور آهي جن کي اهل علم شاعريءَ جي ڪماليت تصور ڪندا آهن. هڪ نقاد جون نگاهون ڪنهن بہ شاعر جي ڪلام کي درجہ ڏيڻ لاءِ آن ۾ محاڪات، تخيل، سلاست، رواني تشبيهات، استعارن ۽ شاعريءَ جي ٻين وصفن کي ڳولينديون آهن. شاهه آنهيءَ ڏس ۾ هڪ اهڙي منزل ماڻي آهي جنهن تي سنڌي زبان تہ ڇڏيو پر دنيا جي ڪنهن ٻي زبان ۾ سڀني خوبين جي لحاظ سان سندس مقابلي جو ڪلام شايد ئي ڪو هجي. شاهه هڪ سياح هو. هو ڪڏهين واهڻ ۾ وينو تہ ڪڏهين جوڳين تي جبل جهاڳيندو، ڪنهن وقت سمنڊن جو سير تہ ڪنهن وقت رڻ جو رهواسي، ڪنهن وقت مارو ئڙن جو مجاسي تہ ڪنهن وقت سناسين جو سانٿاري. ڪڏهين ڪنڌيءَ ڪاڪ جي تہ ڪڏهين ڀپ ۾ ڀير. مطلب تہ شاهه عليہ الرحمت پنهنجي سير دائري جو نهايت وسيع رکيو ۽ تنهن مان کين جيڪا معلومات ملي، ٻاڻ آن مان عبرت جا سبق ڳولي ڪڍيائون. زمين کان آسمان تائين ٻاڻ جيڪي ڏٺائون تہ کين آن ۾ هڪ لئين تشبيهہ نظر آئي. شاهه صاحب ٻاڻ فرمايو آهي تہ:-

"اکيون سيئي ڏار جن سان پسين پرکي"

۽ ان تي عمل ڪندي، ڪين هر ڳالهه ۾ رانجهن جو نئون راڳ نظر آيو. سندن سچو ڪلام محاڪات جو مجموعو آهي. دنيا جي وڏن فيلسوفن جو رايو آهي ته محاڪات يعني مصوري يا نقش نگاري شعر جو روح آهي. ته ڪي وري علم جا اڪابر اها راءِ رکن ٿا ته تخيل ئي شعر جي جان آهي. هاڻ جي امين شاهه سائين جي ڪلام ڪي فقط هڪ مٿاڇري نظر سان به ڏسنداسون ته اسانکي پتو پئجي ويندو ته شاهه جي رسالي ۾ اسانکي اهي ٻئي وصفون بدرجه اتم موجود نظر اينديون.

جيئن ته اڄ اسان ڪي شاهه جي ڪلام جي ٻين خوبين ۽ خصوصيتن ڪي ڇڏي فقط هي ڳالهه نهارڻي آهي ته شاهه جو ڪلام اسلامي اقدار لاءِ ڇا ٿو چوي، ان ڪري اسانکي الهن سيئي ڳالهين ڪي در گذر ڪرڻو پوي ٿو جيڪي شاهه ڪي صحيح معنيٰ ۾ عام جي آڏو آڻين ٿيون.

موضوع جي لحاظ سان جي اسانکي اهو ڏسڻون آهي ته پوءِ ائين ئي قبول ڪرڻون پوندو ته سڄي رسالي جو هڪ هڪ بيت، ۽ هر بيت جي هڪ هڪ سٽ ۽ هر سٽ جو هڪ هڪ لفظ ۽ هر لفظ جو هڪ هڪ اکر وحدت جي وائي سان پر آهي. هڪ عام بحث آهي ته شاهه شيعو يا سني. اهو سوال ڪو اڄوڪو نه آهي، پر خود سندن زندگي مبارڪ ۾ اهو سوال سندن اڳيان به آندو ويو هو ته پاڻ ان جو جواب ڏنو هوائون آءٌ ٻنهي جي وچ ۾ آهيان، جوابتي سوال پيدا ٿيو ته انهن جي وچ ۾ ته ڪجهه به نه آهي ته پاڻ جواب ڏنائون ته آءٌ آهيان به اهو "ڪي ڪين".

اهو "ڪي ڪين" جو جملو خيالن ڪي ٻئي طرف ڇڪي ٿو، سچن سالڪن سلوڪ جون چار منزلون ٻڌايون آهن شريعت، طريقت، معرفت ۽

حقيقت. ٻهرين ٽن منزلن مان مٿي جڏهين سالڪ جو قدم چوٿين منزل ۾ ٻوي ٿو، تڏهين هو "ڪي ڪين" ٿي وڃي ٿو. ۽ جڏهين هو ڪي ڪين ٿئي ٿو، تڏهين ئي هو حقيقت کي سڃاڻي سڀ ڪجهه ٿي پوي ٿو.

صوفي سير سين ۾ جيئن رڱن ۾ ساه
سا نه ڪري ڳالهڙي جيئن ٻريون ٻروڙي پساه
آهس ايءُ گناه جي ڪا ڪري پڌري.

*    *    *    *

ڏاي ڏکويا، اڻ ڏني راضي ٿيا
صوفي تئين ٿيا جيئن ڪين ڪنيائون پاڻ سين.

شاهه عليه الرحمت پاڻ پنهنجي ڪردار سان اهو "ڪين" ٿي ڏيکاريو.

عام راءِ ۾ شاهه جي مذهب جا ٻه پهلو پڌايا ويا آهن، هڪڙو حقيقي ٻيو مجازي.

هت ٻه، راهين رس هت ٻه رسيون هوت کي

ظاهري شريعت جي پابندي پوري، پر وجد ۾ پنهنجي محبوب سان مکا ميلو، ۽ ميلو به اهو جنهن ۾ خدا جي وحدانيت کان سواءِ ڪين ڪجهه به نظر نه اچي ماڻهن کان انهن راز کي لڪائڻ ۾ ئي پاڻ سندن ڀلو سمجهندا هئا. جو ته ڪين اهو انديشو هوندو هو ته متان ماڻهو منهنجون رمزون ٻروڙي نه سگهن ۽ وڃي گمرا هيءَ جي ڪن ۾ ڪرن. صوفيانه اصطلاح ۾

ٻنهين حالت ڪي شريعت ۽ ٻيءَ ڪي طريقت ڪري ڇيو ويو آهي. درحقيقت روح جي ارتقاء لاءِ اهي ٻئي حالتون ضروري آهن جو هڪ حالت ۾ جانب ڪان جدائي ۽ ٻيءَ ۾ ورن ورق وصال جا.

عرب جي هڪ مجازي عاشق بابت هڪ روايت آهي ته هن ڪي جنون جي حالت ۾ ڪنهن ڀلاري وٽ آڻي هن ڪان سوال پڇيو ويو ته هن ڪي سڃاڻو ٿا؟ جواب ڏنائين ته اکيون ته منهنجي محبوب جهڙيون اٿس. شاهه عليہ الرحمت جي به عشق الاهي ۾ اها حالت هئي، هن ڪي هر شيء ۾ الله جل جلاله جو جلوو نظر آيو ٿي، ڪابه اهڙي ڳالهه نه هئي، جنهن مان سندن اشارو الله ڏانهن نٿي ويو. الله سان پنهنجي عشق جي اظهار لاءِ پاڻ سنڌ جي قديم عشقيه ۽ المیه داستانن کي به هڪ آڙ بنايو اٿن.

## مختصر مطلب ته

ٻرت مان هيڪر پڙهي ڏس تون رسالو شاهه جو
۽ هنيئين مان تون هنڊائج لفظ حق آگاهه جو
دل مڃي جنهن کي زبان چئي لفظ ات وهواه جو
بااليقين پيغام بر حق شاهه عاليجاه جو

قلب جي تسڪين هن پر ۽ هدايت جو سبق
داستان حب الوطن ۽ دل جي راحت جو سبق

هن جي دهرايا ته آهن سنڌ جا سڀ داستان
داستان هر ڪنهن ۾ مخفي ٿيو حقيقت جو نشان
ڇا ڇيم ؟ مخفي نه آهي، آهه پر سڀ ڪجهه عيان
آهه ٻتري ذات واحد هنجي تمثيلن منجهان

جي ٻنهل جو ٿو ٻڌائي، سور سسئي جان ڪٽي
ته به نظر ۾ آهه، هن جي ٿيو سڄي جڳ جو ڏٺي.

محل مومل جيئن چڙي سوڍل ٻنا سڏڪا ڀري
ٿو تڪي تارا تہ ڪڏهن ور ولهي ٿيي ٿو وري
پانهون پيچل کي ٻڌي يا عرض ۽ آزيون ڪري
مختصر هر رنگ ۾ ٿيي عشق جي آتش ڀري
لفظ ايلا جا مگر هن جو چنيسر ڪو پيو
سير ۾ سهڻي جيان ٻر هن جو ميهر ڪو پيو

سنڌ توڙي سنڌ وارن سان سندس الفت اها
سنڌ ڪنهن ساعت وساري شاهہ آهي ڪانڪا
لفظ تمثيلون مڙيئي ڪم آندئين سنڌ جا
يعني ٿيو سنڌي زبان کي ذات هن جي کان بقا
داستان حب‌الوطن ۾ مارئي آندئين مثال
ڳالهہ کهڙي کان نہ هن جو ويو ڪٿي ٻهچي خيال

ويڙ هيون واڙيون وطن جون جنهن سيئي سارڀون
ريتيون رسمون اجاگر جنهن ڪري ڏيکاريون
يا ڪنيڊيون، ڪارڀون، ڪکيون ڪانهن ۾ جنهن ڪوڪاريون
ڪين وسريون قلب هن جي تان جگر ۽ جاريون
حق آهي هن جي الفت ٿي پنهل جي پار سان
عشق تنهنکي ٿيو وطن جي گل سان توڙي خار سان.

---

# وحدانيت

الله تعاليٰ اسلام کي ئي سچو مذهب ڪري چيو آهي. انهيءَ مذهب جا اصول ڪهڙا آهن؟ اهي سڀ قرآن حڪيم ۾ نروار آهن ۽ چوڏهن سون ورهين ۾ الله جي انهيءَ پاڪ ڪلام جا ڪيترائي تفسير لکجي چڪا آهن. شاه صاحب عليہ الرحمت جي پنهنجي ڪلام لاءِ دعويٰ آهي ته:-

جي تو بيت ڀانئيا سي آيتون آهين
نئو من لائين پريان سندي پار ڏي

جي شاه صاحب پنهنجي بيتن کي آيتون ڪري چوي ٿو ته پوءِ لازمي طرح سان قبول ڪرڻون پوندو ته اهي بيت قرآن شريف جي آيتن ڏانهن اشارو ڪن ٿا يا انهن ۾ ڪن آيتن جو تفسير سمايل آهي. اسين انهي ڀيٽ تي اچون، ان کان اڳ اسانکي اسلام جي رڪنن تي به هڪ نگاه ڪرڻي آهي، جن ۾ الله جي وحدانيت ۽ خاتم نبوت حضرت محمد مصطفيٰ صلي الله عليه وسلم جن جي رسالت جي اقرار سان گڏ روزي، نماز، حج ۽ زڪواة جا رڪن خاص چيا وڃن ٿا؛ پر جي ان کان هڪ قدم اڳتي هلبو يا انهن احڪامن جو ورق ورائبو ته پوءِ هڪ سچي مسلمان ٿيڻ لاءِ پيا لاتعداد حڪم به نظر ايندا جن لاءِ خود شاه صاحب فرمايو آهي ته:-

روزا نمازون بندگي اي پڻ چڱو ڪم
پر او ڪو ٻيو فهم جنهن سان پسجي پر ڪي

هتي متان ڪنهن کي غلط فهمي ٿئي ته شاه جي نظر ۾ روزن ۽ نمازن کان بهتر ڪي ٻيا ڪم آهن جنهنڪري انهن روزن ۽ نمازن کي ڇڏي ٻين (ڇڳن) ڪمن کي اختيار ڪجي، مگر ائين بلڪل نه آهي - شاه صاحب جو مقصد هي آهي ته صحيح مسلمان ٿيڻ لاءِ روزو نماز ته ضروري آهي پر مسلمان ڪامل ٿيڻ لاءِ انهن سان گڏ ڪي ٻيون ڳالهيون به ضروري آهن پاڻ ئي فرمايو اٿن:

وحده لا شريڪ له چئي چوالدو آءٌ
فرض واجب سنتون تنئون ترڪ مڃاءِ
توبه سندي تسبيح پڙهڻ ساڻ پڇاءُ
سپيريان جي ڳالهڙي هيءَ هنئين سان لاءِ
لڳاپنهنجي نفس کي ڪاسنئين راه سونهاءِ
ته سندي دوزخ ٻاه تو اوڏ پائي نه اچي

اسلام بابت شاه جي انهيءَ مختصر نصيحت کان پوءِ ڏسڻون آهي ته ان لاءِ اسان کي قرآن ڪهڙا حڪم ڏنا آهن، جن تي عمل ڪرڻ سان انسان صحيح معنيٰ ۾ مسلمان سڏائڻ جو حقدار ٿئي ٿو ۽ شاه صاحب پنهنجي رسالي ۾ انهن جو تفسير ڪهڙن لفظن ۾ ڪيو آهي.

الله جي وحدانيت لاءِ قرآن اسان کي سيکاري ٿو ته.

قل هو الله احد ہ الله الصمد ہ لم يلد و لم يولد و لم يڪن له ڪفوا احد

تون (انهن ماڻهن کي) چو ته هو يعني الله (پنهنجي ذات ۽ صفات جي ڪماليت ۾) هڪ آهي، الله (اهڙو) بي نياز آهي (جو هو پاڻ ته ڪنهنجو محتاج نه آهي پر سڀ ان جا محتاج آهن) هنکي نه ته ڪو اولاد آهي ۽ نه هو ڪنهنجو اولاد آهي ۽ نه ڪو ٻيو سندس برابريءَ ۾ آهي.

الهيءَ وحدانيت جو اقرار ڪو هڪ دفعو ڪرڻون ڪا آهي، ۽ جيئن الله تعاليٰ قرآن شريف ۾ فرمايو آهي ته.

و الهڪم اله واحد لا اله الا هوالرحمن الرحيم

(مالهؤ) اوهان جو خدا اِهوئي هڪ خدا آهي. ان کان سواءِ ڪو ٻيو سچو معبود نه آهي (الله) تمام وڏو رحم ڪرڻ وارو ۽ مهربان آهي.

وحده لا شريڪ له اي هيڪڙائي حق
ٻائي ڪي ٻک جن وڏو سي ورسئا

* * *

تثليث يعني ٽن خدائن جي موجودگيءَ جو عقيدو ڪو اڄ جو نه آهي، ان کي جدا جدا مذهبن جدا جدا رنگن ۾ پيش ڪيو آهي ۽ اسلام جي هيترين واضح حقيقتن هوندي به اهو مسئلو هر زماني ۾ ڪنهن نه ڪنهن رنگ ۾ ظاهر ٿيندو اچي ۽ ان کي آثارڻ وارن جون اکيون قرآن حڪيم جي هن حڪم کي ٻالڪل نٿيون ڏسيو سگهون.

ام اتخذوا آلهة من الارض هم ينشرونo لوكان فيهما آلهة
اِلا الله لفسدتا فسبحٰن الله رب العرش عما يصفونo

ڇا هنن زمين مان (پٿر سون چاندي پتل وغيره) ڪيي جيڪي خدا ٺاهيا آهن (يعني بت) آهي (ڪنهنکي مرڻ کان پوءِ) جياري سگهن ٿا، جي آسمان ۽ زمين ۾ الله تعاليٰ کان سواءِ ڪي ٻيا خدا به هجن ها ته (زمين ۽ آسمان) اهي برباد ٿي وڃن ها، (هو تخت وارو) خداوند انهن جي (بيهوده) ڳالهين کان پاڪ آهي.

ٻئي هنڌ فرمايل آهي ته:

اجعل الا لهته اِلها واحدا ان هذالشيءُ عجاب-

ڇا هنن ڪيترن ئي خدائن کي هڪ خدا ڪري ڇڏيو اها ته، وڏي نرالي تعجب جي ڳالهه آهي.

هندو مذهب ۾ ديهي، شڪتي ۽ ٻڌي انهن ٽن ڳالهين کي گڏي خدا سمجهيو وڃي ٿو. موجوده دور ۾ ماده پرست به اهوئي عقيدو رکن ٿا. ۽ هنن جو زور به هن ڳالهه تي آهي ته جيڪي آهي سو هتي آهي (مرڻ کان پوءِ ڪجهه به نه آهي شاه صاحب انهيءَ تثليث جي بت کي هڪ ئي هتوڙي سان ٽوڙيندي فرمايو آهي ته:

تيڏي ٻسي ٽي هوتان آهي هڪڙو.

لقد کفر الذين قالوآ ان الله ثالث ثلثته م وما من اله الا اِله واحد ط (القرآن)

بي شڪ اهي ماڻهو ڪافر ٿي چڪا جيڪي چون ٿا ته الله‌تعاليٰ ٽن مان هڪڙو آهي حالانڪ هڪ خدا کان سواءِ ٻيو ڪو به سچو معبود ڪونهي.

* * *

تو جنهن جي تات، تن ٻڻ آهي تنهنجي،
فاذڪروني اذڪر ڪم، اي پروڙج بات،
هت ڪاتي ڳڙ وات، پڇڻ پر پرين جي.

الله جو ارشاد آهي ته، مونکي هرحالت ۾ ياد رکو، جي اوهين مون کي ياد رکندا ايندا ته مونکي به اوهان جي يادگيري اوتروئي رهندي.
شاه صاحب ان لاءِ فرمائي ٿو ته:

اکر پڙهه الف جو ورق سڀ وسار
اندر تون اُجار پنا پڙهندين ڪيترا

ان تي تاڪيد ڪندي چيو ويو آهي ته:

جيئن جيئن ورق ورائيين تيئن تيئن ڏنو ڏوه
تنهن ڪهڙيءَ ڪبو ڪوه، جنهن رهڻيءَ رهيو نه سپرين

مطلب صاف آهي ته خالي زبان سان الله الله چوڻ ڪافي نه آهي پر ان لاءِ قلب جي حضوري به ضروري آهي يعني جنهن وقت الله جو نالو وٺجي، اُن وقت قلب به اُن ڏانهن ڇڪجي وڃي جي قلب جي حضوري نه هوندي ته

پڙهيو ته پڙهن ڪڙهن ڪين قلوب ۾
ڀاڙا ڏوه چڙهن، جي ورق ورائن وترا.

*  *  *  *  *

پڙهئو پڙهجاه سبق انهم سور جو
ميم رکجاه من ۾ الف تنهن اڳياه
ڇتا ڇوريجاه اها لات لطيف چئي.

الله جي وحدانيت جو اقرار ڪندي چيو ته:

توڻ چؤ الله هڪڙو وائي ٻي م سک
سوئي لکيو لک سچو اکر من ۾

جئي تون الله هڪڙو وائي ٻي وسار
تن ۾ تند تنوار، سدا سپرين جي

شاه عليه الرحمت انهيءَ سوره شريف جي تفسير سان اُي پنهنجي ڪلام جي ابتدا ڪندي فرمايو آهي ته:

اول الله عليم اعليٰ عالم جو ڌڻي
قادر پنهنجي قدرت سين قائم آهي قديم
والي واحد وحده رازق رب رحيم

سوساراه سچو ڏٺي ڇئي حمد حڪم
ڪري پاڻ ڪريم، جوڙون جوڙ جهان جون

متان ڪا وڃ ۾ وٺي پوي ته ان لاءِ شاهه پنهنجي سرن ۾ ڪناين ۽ اشارن ۾ ته ڪٿي صفا ڪليل لفظن ۾ انهيءَ تند کي ٺهوارينڊو اچي، فرمائي ٿو

ڪئو مطالعه مون هو جو ورق وصال جو
تنهن ۾ تون ئي تون پي لات نه لحظ جيتري

جي مون پڙهيو پاڻ لئه سبق سابق جو
پهرين سچاتم پانهنجي نفس جو اهو
جت عرفان اصل ۾ ڏي روحن روز ڪيو
• وري ورق پيو گڏيم وڏ وصال جو

## رسالت

الله جي وحدانيت جي اقرار کان پوءِ اسلام جو مکيه رڪن ختم المرسلين حضرت محمد مصطفيٰ صلي الله عليه وسلم جن جي رسالت جو اقرار آهي جنهن لاءِ مٿي ڏنل بيت ۾ شاهه فرمايو آهي ته:

ميم رکيجاه من ۾ الف تنهن اڳياه
چتا چوريجاه اها لات لطيف چئي

ميم جو اشارو هڪ مبهم اشارو آهي تنهنڪري شاهه ڪامل لفظن ۾ چيو آهي ته:

وحده لا شريڪ له جن اتو سون ايمان
تن مڃيو محمد ڪارڻي قلب ساڻ لسان
اوّ فائق ۾ فرمان اوتڙ ڪنهن نہ اوليا

الله تعاليٰ جو ارشاد آهي تہ: وما ارسلنا من رسول الاليطاع باذن الله ۽ مون جيڪو رسول موڪليو، سو انهيءَ لاءِ تہ الله تعاليٰ جي حڪم سان ان جو چوڻ مڃيو وڃي-

شاه ان جي تفسير ۾ چيو آهي تہ:

جوڙي جوڙ جهان جي، جڏهين جوڙيائين
خاوند خاص خلقي محمد مڪائين
ڪلمون ڪريمؐ تي چتو چايائين
انا مولاڪ و انت محبوبي ائين آتائين
ڏکي ڏنائين ٻئي سرائون سيد چئي

"ڏکي ڏنائين ٻئي سرائون سيد چئي" جي الله تعاليٰ حضور رسول ڪريم صلعم جن کي هن جهان جو شفيع بنايو تہ هن جهان لاءِ بہ اهو حڪم فرمايو ويو تہ:

و من يشاقق الرسول من بعد ما تبين له الهدي و يتبع غير سبيل المؤمنين نوله ما تو اي وَ نصله جهنم و ساءِت مصيراً-

جيڪو بہ سچي واٽ جي کلڻ کان پوءِ وري بہ پيغمبر جي (حڪمن جي) خلاف هلي ۽ مسلمانن جي رستن کان سواءِ ٻيو رستو وٺي (تہ) آءٌ ان کي انهيءَ رستي تي هلڻ ڏيندس ۽ (آخرت ۾) انکي دوزخ ۾ وجهندس، اهو (دوزخ) نهايت بري جڳهہ آهي.

حضور رسول ڪريم صلي الله عليه و سلم جن جي بعثت کي شاه صاحب سارنگ جي تشبيه ۾ پيش ڪيو آهي. ان جو هڪ خاص سبب اهو آهي جو جتي به برسات نه پوندي ته آتي صفا سڃ پيئي واڪا ڪندي. دنيا جو اهو دؤر جنهن ۾ حياءُ شرم اخلاق ۽ امن نه رهي ته پوءِ ان جي مشابهت به ڏڪر جي دؤر وانگر ٿي ويجي ٿي. نبوت جي مبارڪ دور کان اڳ دنيا جي حالت به اها ٿي چڪي هئي، جنهن لاءِ هڪ نقشو هي به چٽيل آهي ته:

اٺويهين انڌوڪار، آيو عمر ڪوٽ ۾
مرم ويو ماڻهن مان، پر پيا پري پار،
ٿيو نفس نجس جو، هر ڪو تابعدار،
عيب نه آهي انهن کي، سر تي بديءَ بار
انه الله عليم بذات الصدور" واريئون نه ويچار
چاڙي چاڙهار ته لنگهيا حد حياءُ جي

هاڃان هيڪاري، وڌي ويا ويهين ۾
ڪنهنجي قلب ڪينڪي، توبهه تنواري
ظلم ضعيفن تي، جام ٿيو جاري،
جهيڙن ۽ جنگين جون، چٽنگون چوڌاري،
عمر آمارو هڪڙو، مهٽن پيو ماري،
پيٽن کي ٻچڙو ڪيئون، ڏيءَ نه تن ڏاري،
"لا يزنهن ولا يقتلن اولاد هن" جن اچي آچاري
انهن تي به انهن جو، جور ٿيو جاري
سوڌي صفا وات کان، آمراءِ ٿيا عاري
سار نه تن ساري، عورت جي اخلاق جي

الله تعالىٰ جلشانه حضور رسول اڪريم صلعم جن جي لاءِ جي

"انا ارسلناڪ بالحق بشيرا و نذيرا و لا تسئل عن اصحاب الجحيم .

(مون توکي (مسلمانن کي) خوشخبري ڏيڻ وارو ۽ (ڪافرن کي) ڊيڄارڻ وارو ڪري موڪليو ۽ دوزخين جي بابت توکان نہ ٿيندي)" فرمايو آهي تہ ساڳئي وقت

انا ارسلناڪ الا رحمة اللعالمين

يعني مون توکي دنيا لاءِ رحمت ڪري موڪليو)

جو حڪم بہ روز روشن جي طرح ظاهر آهي ۽ بارش بہ الله تعالىٰ جي رحمتن ۾ شمار ٿئي ٿي .

قرآن ڪريم برسات کي ڪليل لفظن ۾ الله جي رحمت ۾ آڻي بڌائي ٿو .

والله أنزل من السماء ماءً فاحيا به الارض بعد موتها

۽ الله تعالىٰ ئي آسمان مان پاڻي وسايو، پوءِ جيڪا زمين مري چڪي هئي، ان کي جيئرو ڪيو .

ٻيو حڪم آهي تہ:

الذي جعل لڪم الارض فراشاً و السماءَ بناءً و انزل من السماء ماءً فاخرج به من الثمرات رزقالڪم فلا تجعلوا لله انداداً و انتم تعلمون

جنهن زمين کي تنهنجو وڇائو بنايو ۽ آسمان کي ڇت، ۽ آسمان مان پاڻي وسائي ميوا پيدا ڪيا تنهنجي کاڌي لاءِ، تہ پوءِ ڄاڻي واڻي الله سبحانه تعالىٰ سان ٻئي ڪنهنکي شريڪ نہ ڪر .

انهيءَ تمثيل کي وٺندي شاه صاحب سارنگ جي سر ۾ چيو آهي ته :

آگم ڪيا الله لڳھ پس لطيف چئي
پلر جي پالوٽ سين پٽن جهليا پاه
واحد وڏائي ڪيا متي ڪسن ڪاه
سانگين وريا ساه، آئن آب اڪوندرو

* * *

اگم ايءَ نہ انگ جهڙو پسڻ پرينءَ جو
سيڻن ري سمد چئي روح نہ رچن رنگ
سهسين ٿيا سارنگ، جاني آيو جوءِ ۾

* * *

جاني آيو جوءِ ۾ ٿيو قلب قرار
وهلو وچالين ويو ڪري غم گذار
نظارو نروار ٿي پسايو پانهنجو

* * *

وسي ٿو وڏ ڦڙو ٿهڪن ٿيون ٿاريون
لٿين لک لطيف چئي، ڊايون ٿا ساريون
پجنديون پتاريون، وري وٺائن آئيون

* * *

ٿيءَ پسايو پاهنجو نظارو ناگاه
لٿو ڪٽ قلوب تان ٿي وروهڻ واه
اميدون ارواح! ٿي پسندي پنيون

وڃون وسڻ آئيون، سارنگ سينگاري
اڄها لک لطيف چئي پلر پياري
وڄڙين واري ڪڻي ڪعبي تي ڪرنا نائيا

انهيءَ هاديءَ جي هدايت ۽ پاڪ تعليم جو اثرائتو نتيجو اهو نڪتو جو ڪتر ڪافر به حق جو پيغام قبول ڪري اسلام جي دائري ۾ آيا شاهه صاحب چوي ٿو ته:

* * *

وسي تڏهين وس منڌ مڙهئي مينهن جي
ڪنرن ڪيئا چڏيا جي مڙيون ٿي مس
گابا مٿي گس، ڏک نه ڪندا ڏهرا

منڌائتن مينهن جي رت نه روڪيائين
پلر پلتيائين گهٽا سانگين سک ٿيا

حضور صلعم جن ڪي الله وٽان جيڪو پيغام پهتو آن سڄي پاڻ عام جي آڏو آندائون، آن جو اثر اهو ٿيو جو عرفان الاهي ہري تائين پکڙيو.

گام گندي گنج ابر ۾ آهاءُ ٿيو
پسي پر پرينءَ جي دور ٿيا سب ڏلج
شال وسندو سنج، عاشق تي اوهيڙا ڪري

* * *

آنو اوهيڙا ڪري، عاشق مٿي اڄ
ڏور ڏڪاريا پڄ مينهن منهن ڏيکاريو.

قرآن شريف جو ارشاد آهي ته:

لا تقنطوا من الرحمة الله

الله جي رحمت مان نا اميد نہ ٿيو

الله تعاليٰ انهيءَ ارشاد سان ٻندن کي ڪوئيندي پنهنجي ڪريمي ۽ غفاريءَ جو شان ڏيکاري ٿو.

هي ٿيو اهڙو ٻار جو ٻجي ٻجائيندڙ پيو

شاھ سائين ٻندن جي غفلت کي ڏسندي انهن کي چوي ٿو تہ:

سارنگ کي سعيو توکي سعيو نہ ٿئي
گڙي ٿو گمان ۾ آبو کي آيو
هارن لٿہ هر هر جاھ ۾ هاديءَ هلايو
متان ائين پانيو تہ ٻادل آھ بس ڪئي

معراج شريف جي واقعي کي نظر ۾ رکي بروز حشر شفاعت جي اميدواريءَ کي پاڻ هن طرح ٻڌرو ڪمو اٿن:

منهنجي سيد سارلهندو، مونکي آھ اميد الله ۾
سجدي ۾ٿي سھرين زاري زور ڪندو
مونکي آھ اميد الله ۾

امت ڪارڻ احمد آت پر مل پاڪ پنندو
مونکي آھ اميد الله ۾

اتي بس ڪانہ ٿي، الله کي اهو اختيار آهي تہ پنهنجي مدني محبوب جي صحابي بديون بخشي ڇڏي ۽ جيڪو سندس حبيب جي دامن جهلي تہ ان جون مدايون معاف ڪري.

هڪي ٻانهي چٽ ۾ ٻي ڪري جوڙ جبار
ڪيئي اونهي ڪن مان، اي آڪي جوآڌار
جهاز جوهرن جو تنهنکي ڀؤ نه ڏئي ڀتار
لنيا وڏا مڪوا سڀ پسندا پار
جيڏاه منهن مدهني جو سچي محمد ص، موچار
سياجهو ستار، ستڙ سيئي ڪري

قرآن شريف ڪان پوءِ ٻيو درجو سرور ڪائنات صلي الله عليه و سلم جن جي حديثن جو آهي ربوبيت جي راز تان ڪڏهين ته اردو ته کجهي ها جي ٻاڻ ان حقيقت کي لروار نه فرمائين ها. حضرت ڀٽائي عليه الرحمت جو هڪ بيت آهي ته:

وحدتا ڪثرت ٿي ڪثرت وحدت ڪل
حق حقيقي هيڪڙو ٻولي ٻي ۾ ڀل
هو هلاچو هل ٻالله سندو سچئين

ٻ الهيءَ بيت جو لاڳاپو آنهيءَ حديث قدسيءَ سان آهي جنهن ۾ فرمايل آهي ته:

كنت كنزاً مخفيا فاحبت ان أعرف فخلقت الخلق لاعرف

آءٌ هڪ پوشيده خزانو هوس، خواهش ٿيم ته پاڻکي سڃاڻپ ۾ آڻيان، انهي ڪري مون خلق کي پيدا ڪيو ته آءٌ سڃاڻپ ۾ اچان. ساڳي حديث شريف کي شاه صاحب هنن لفظن ۾ چٽو ڪيو آهي:

پاڻهي پسي پاڻکي، پاڻهي محبوب
پاڻهي خلقي خوب، پاڻهي طالب تنجو

باٺهي جل جلاله، باٺهي جان جمال
باٺهي صورت ٻرهڻ جي باٺهي حسن ڪمال
باٺهي پير مريد ٿئي، باٺهي پاڻ خيال
سڀ سڃاڻي حال، منجهان اُي معلوم ٿئي

يا ايئن به هيئن چئجي ته:-

لڪا ڪن نيڪون هئي، نڪا ڪي ٻچار
ملڪنا مهد هئي تو ڏيءَ جي توار
محبت ساڻ ميهار لاڻائين لطيف چئي
* * *
سهڻيءَ ڪي سينگار اڻ لکنا اڳي هئا
ڪن نيڪون ڪانه هئي لڪا ڪي ٻچار
مرڪي ساڻ ميهار لاياڻين انئون لطيف چئي.

جناب رسول ڪريم صلي الله عليه وسلم جن کي ٻنهين جهانن جو وسيلو سمجهندي شاه کين سڏ ڪندي چوي ٿو:-

مديني جا مير سڻ منهنجا سڏڙا
سڻ تنهنجي سير تون پار لنگهائين ٻيڙا
* * *
مديني جا گهوٽ سڻ منهنجا سڏڙا
ڪج محمد موٽ عاصي تنهنجي آسري
* * *
مديني جا شاه سڻ منهنجا سڏڙا
ڪارڻ لڳ الله سکهو رسج سپرين
* * *
مديني جا ڄام سڻ منهنجا سڏڙا
آهيان تنهنجي سام، سکهو رسج سپرين.

# قيامت

ايمان ڪامل جي نشانين ۾ هڪ نشاني الله جي ملائڪن جو موجود هجڻ ۽ قيامت جي قبوليت بہ ٻڌايل آهي جيسين تائين ڪو ماڻهو ان ۾ شڪ رکي ٿو تيستائين ان جو ايمان مڪمل نہ آهي.

ان لاءِ الله تعالىٰ فرمايو آهي تہ:

و اقترب الوعدالحق فاذا هي شاخصة ابصار الذين كفروا ط يو يلنا قد كنا في غفلة من هاذا بل كنا ظالمين O

۽ سچو وعدو (قيامت جو) اچي پهچي، آن وقت يڪا يڪ ڪافرن جون اکيون کليل ئي رهجي وينديون (۽ هو چوندا) هاءِ اسان جي خرابي، اسين (تہ دنيا ۾ هن ڏينهن کان غافل هواسون بلڪ (سراسر) قصور وار رهياسون:

هڪ ٻي آيت شريف ۾ فرمايل آهي تہ

الله لا اله الا هو، ليجمعنكم الا يوم القيامته لا ريب فيه ط ومن اصدق من الله حديثاO جنهنجي معنىٰ آهي تہ: الله تعالىٰ جي سوا ڪوبہ سچو معبود نہ آهي آهو اوهانکي ضرور قيامت جي ڏينهن گڏ ڪندو ان ۾ ڪوبہ شڪ نہ آهي ۽ اللہ‌تعالىٰ کان وڌيڪ ٻئي ڪنهنجي ڳالهہ سچي ٿي سگهي ٿي.

ٻيو حڪم آهي تہ:

يا ايها الذين آمنوا آمنوا بالله و رسوله والكتاب الذي نزل على رسوله والكتاب الذي آنزل من قبل ومن يكفر بالله و ملائكته و رسله و اليوم الاخر فقد ضل ضللا بعيدا.

ايمان آڻڻ وارا الله تي ايمان آڻيو ۽ آن جي رسول حضرت محمد مصطفيٰ صلعم تي ۽ الهي ڪتاب تي جيڪو آلهي پنهنجي رسول حضرت محمد مصطفيٰ صلعم تي نازل ڪيو ۽ انهن ڪتابن تي (جيڪي قرآن شريف کان) اڳي هن نازل فرمايا ۽ جيڪو الله ۽ آن جي فرشتن ۽ آن جي پيغمبرن ۽ پوئين ڏينهن (قيامت) کي نه مڃيندو ته آهو گمراهي جي هوئين درجي تي پهچي ويو.

فرمايو ويو آهي ته:-

ثم انكم يوم القيامته تبعثون

پوء قيامت جي ڏينهن بيشڪ اوهانکي آٿاريو ويندو.

۽ پوء فرمايل آهي ته، يوم تشهد عليهم السنتهم و ايديهم و ارجلهم بما كانوا يعلمون يومئذ يوفيهم الله دينهم الحق و يعلمون الله هو الحق المبين - جنهن ڏينهن زبانون ۽ انهن جا هٿ ۽ آنهن جا پير خود انهن جي خلاف آنهن جي اعمالن جي گواهي ڏيندا ، انهي ڏينهن الله آلهن کي پورو واجبي بدلو (انهن جي عملن جو) ڏيندو ۽ آنهن کي خبر پوندي ته الله تعاليٰ ئي سچ کي کولڻ وارو آهي.

شاه صاحب اها حقيقت اجهو هيئن نروار فرمائي آهي :.

وحده لا شريڪ له ، پڌه نه پوڙا
ڪ تو ڪنين نه سنا جي گهٽ اندر گهوڙا
ڪاڙيندين ڪوڙها ، جت شاهد ٿيندء سامهٽا

۽ اهو بيت قرآن شريف جي هن آيت شريف جو صحيح مصداق آهي.

يا ايها الانسان انک کادح الی ربک کدحاً فملاقیه O فاما من اوتي
کتابه بيمينه O لا فسوف يحاسب حساباً يسيراً O لا و ينقلب الی اهله مسروراً O ط

اي انسان تون پنهنجي رب وٽ پهچڻ (مرڻ تائين) ڪم ۾ ڪوشش ڪري رهيو آهين پوءِ (قيامت ۾) انهي ڪم جي جزا کي پهچندين پوءِ (انهي ڏينهن) جنهن شخص جو اعمال نامون انکي ساڄي هٿ ۾ ملندو ته ان کان حساب آسان طريقي سان ورتو ويندو ۽ هو آتان فارغ ٿي پنهنجي متعلقين وٽ خوش ٿي ايندو.

اول آخر آهه هلڻ منهنجو هوت ڏي
پورهئو سندو پورهيتن والي ڪيم وڃاءِ
سو مون ٿورو لاهه جهڙن جئري ملان جت کي

بيت جي پهرين سٽ ۾

و ان ربک هو يحشرهم ط انه حکيم عليم -

(۽ بيشڪ تنهنجو مالڪ الهن سڀني کي گڏ ڪندو، هو حڪمت وارو ۽ خبردار آهي) جو تفسير پيش ڪري اي سٽ ۾ الله تعالیٰ کي التجا ڪيل آهي ته پورهيتن جي پورهئي کي تون قبول ڪر هتي پورهئي مان مراد عبادت آهي. عبادت جو قبول ڪرڻ يا نه قبول ڪرڻ به الله جي اختيار ۾ آهي.

# رضاء الاهي

انا جعلنا ما علي الارض زينة لها لنبلوكم بالشر والخير فتنة والينا ترجعون.

مون جو ڪجهه زمين تي ٿاهيو آهي سو ان جي رونق لاء ٺاهيو آهي، انهي لاءِ ته آءٌ ماڻهن جي جاچ وٺان ته انهن مان ڪهڙا ماڻهو چڱا ڪم ڪن ٿا.

ونبلوكم بالشر والخير فتنه والينا ترجعون

آءٌ اوهان کي برائي ۽ ڀلائي ٻنهي سان آزمايان ٿو ۽ اوهانکي موٽي مونڏي اچڻو آهي.

شاهه عليہ رحمت انهيءَ امتحان ۽ آزمائش کي "ترڪڻ آهي تڙ ۾" ڪري ڪوٺيو آهي ۽ ان بابت سنڌي هڪ وائي آهي ته.

هوڙيج هوشيار خبردار ترڪڻ آهي تڙ ۾
ڪڏون ڪوباڇڪ چڪنديون، تان ڪي لٿي نهار
ترڪڻ آهي تڙ ۾.

آڏيءَ سي اڪڙلديون، اکيون جن ڪپار
ترڪڻ آهي تڙ ۾.

مون سو ملاحن ڪان تڙ اڙلگا تار
ترڪڻ آهي تڙ ۾.

هوت هلنديون ڪتهو وهڻ سند وسار
ترڪڻ آهي تڙ ۾.

ڪه آئن ٻن جيڏيون، ڏيراٿهون ڏلار
ترڪڻ آهي تڙ ۾.

هڪو ڪنج ٻاڻ سين، ٻرين تنهنجو ٻار
ترڪڻ آهي تڙ ۾

ويندي واڏاڙن کي، ٻنهي ڪيم ٻچار

ترڪڻ آهي تڙ ۾

ٻنهين منهن ميهار جي ڏم وٽ ڏينهن ۾ ڪهار

ترڪڻ آهي تڙ ۾ .

ساهڙ کي سڻ سهڻي، ٻچل آڏي ٻار

ترڪڻ آهي تڙ ۾ .

تار ترندينءَ لڙ لنگهوندينءَ عشق جي آڏار

ترڪڻ آهي تڙ ۾ .

ٻاندم چڱ ٻرينءَ جو ٻيهن جي ٻاتار

ترڪڻ آهي تڙ ۾ .

ڳيندءَ سڏ ساهڙ جو توڏي ٿي تيار

ترڪڻ آهي تڙ ۾

---

# انسان جي فضيلت

جڏهين شاه عليه الرحمت صوفين جي عام عقيده فنا في الله کي

ساهڙ سا سوهڻي، سائر ٻڻ سوئي
آهي نجوئي ڪِجهه، ڪِجهاندر ڳالڙي

چئي واضح ڪيو آهي ته ٻئي طرف ان جي وڌيڪ تشريح هڪ وائيءَ ۾ ڪندي چئو اٿس ته :-

ڪهڙي منجهه، حساب هٿڻ منهنجو هوت ري

گولي پچ گناه ڪان ڪونهي سول ثواب
هِنڙ منهنجو هوت ري .

نڪي تفاوت ۾ نڪي منجهه رباب
هِنڙ منهنجو هوت ري .

خدهائي خوب ٿين لايين جي لعاب
هِنڙ منهنجو هوت ري .

پليت ٿي پاڪ ٿئي جنهنجو منجهه جناب
هِنڙ منهنجو هوت ري .

سو نہ ڪهم شي ۾، جيڪي منجهه تراب
هِنڙ منهنجو هوت ري .

هو جي جرڪنا جر تي سي تان سپ حباب
هِنڙ منهنجو هوت ري .

هاديءَ سين هن پار ڏي رڙهين ساڻ رڪاب
هِنڙ منهنجو هوت ري .

چنبو وجهي چور کي، آءُ چڙ عقاب
هِنڙ منهنجو هوت ري .

ديد وڃالي م دوست جو، هلي منجهه حجاب
هِنڙ منهنجو هوت ري .

هن وائيءَ جي هر هڪ سٽ ۾ ظاهري ته، شاه جدا جدا سبق ڏنا آهن. ۽ جي غائر نظر سان ڏسبو ته الهن سڀني بيتن ۾ جدا جدا اسلامي ارڪان جي تعليم کي مدنظر رکيو ويو آهي .

سو نہ ڪهم شيء ۾ جيڪي منجهه تراب

ست جو مطلب آهي ته جيڪي مٽيءَ ۾ (يعني مٽيءَ مان ٺهيل انسان ۾) آهي سو ڪنهن ٻيءَ شي ۾ نه آهي. هيڏانهن الله تعاليٰ هن خاڪ جي پتلي جي شان ۾ فرمايو آهي ته:

والتين والزيتون o وطور سينين o وهذا البلد الامين o لقد خلقنا الانسان في احسن تقويم o

قسم آهي انجير جي وڻ ۽ زيتون جي وڻ ۽ طور سينين جو ۽ انهيءَ امن واري شهر (مڪه) جو ته مون انسان کي بلڪل خوب صورت ڍانچي ۾ ڍاليو آهي.

انهيءَ بيت سان لاڳو بيت آهي ته:

هو جي جرڪيا جر تي سي تان سڀ حباب

ان لاءِ قرآن شريف ۾ فرمايو ويو آهي ته:

وما الحيوٰة الدنيا الالعب ولهو وللدار الاخرة خير للذين يتقون o افلا تعقلون o

۽ پرهيز گارن لاءِ آخرت جو گهر بهتر آهي، ڇا توکي عقل ڪونهي.

فما متاع الحيوٰة الدنيا في الاخرة الا قليل o

دنيا جي زندگيءَ جو مزو بلڪل بي حقيقت آهي ۽ ڪجهه به نه آهي ۽ جو ڪجهه آهي، سو الله جو تي رهڻ ۾ئي آهي، شاه چوي ٿو ته:

هاديءَ سين هن هار ڏي رڙهين ساڻ رڪاب

يعني پنهنجي هدايت ڏيندڙ سان اٿين ڪڏ ره جيئن رڪابدار نوڪر

رڪاب سان گڏ رهي ٿو. الله تعاليٰ جي نظر ۾ چڱا اهي آهن جيڪي هن سان نوڪرن وانگر گڏ رهن ٿا يعني سدائين ان جي اطاعت ۾ رهن ٿا ۽ انهن لاء ئي الله تعاليٰ فرمايو آهي ته:

و في الاخرة عذاب شديد ٥ و مغفرة من الله رضوان ط و ما الحيوٰة الدنيا الا متاع الغرور ٥

۽ آخرت ۾ (برن جي لاء) سخت عذاب آهي ۽ چڱن جي لاء الله جي معافي ۽ رضامندي آهي ۽ دنيا جي زندگي ته دوکي جو سامان آهي. شاه صاحب فرمائي ٿو ته:

ڪهڙي منجهه حساب هئڻ منهنجو هوت ري،

جيڪڏهن منهنجي دوست کان سواء انسان پاڻکي ڪنهن به حساب ۾ لئو سمجهي ته پوء ان ۾ ڪيترين ئي ڳالهين جي متابعت منظور ڪرڻي پوندي. جيڪو پاڻکي هر طرح هوتن جي حوالي سمجهي ٿو ته اهو ان جي حڪمن تي به هلندو.

الله تعاليٰ فرمائي ٿو ته:

فبشر عباده‌ الذين يستمعون القول فيتبعون احسنه ط اولئك الذين هدا لهم الله ۽ اولائڪ هم اولو الالباب ٥

تون منهنجي انهن بندن کي خوشخبري ٻڌاء، جيڪي ڪن لائي ڳالهه ٻڌن ٿا پوء (جيڪا ڳالهه) چڱي هوندي آهي، انهيءَ تي هلن ٿا. هي اهيئي ته ماڻهون آهن جنکي الله تعاليٰ (سڌي) راه ڏيکاري آهي ۽ اهيئي ماڻهو ته عقل وارا آهن ۽ انهن لاء ئي فرمايو ويو آهي ته:

و بشر المؤمنين بان لهم من الله فضلا ڪبيراً.

۽ ايمان وارن کي هي خوشخبري ٻڌاءِ ته انهن تي الله تعالىٰ جي طرفان وڏو فضل ٿيندو.

مطلب اهو وڃي بيٺو ته هي دنيا جون ظاهري زينتون ڪجهه به نه آهن. شاه صاحب فرمايو آهي ته:

ٻائي ڏور ارٽ ۾ ڪتين نه ڪوڙي
وهانءُ واڌائي، پٺين سنيوڙي
مٿي جنهن موڙي، سا ڪيئن وهي ويسري.

* * *

مٺيئن تي موهجي هاري ڳيڙهه هار
ڪوڙئين ڪئا ڪيترا انهيءَ خر خوار
پري وٺو پتار آيئي ڏنءُ ڏهاڳ جو.

ان کان پوءِ ساڳي سورة شريف ۾ فرمايو ويو آهي ته:

ثم رددنه اسفل سافلين ٥ الا الذين آمنوا و عملوا الصلحت فلهم اجر غير ممنون ط فما يكذبك بعد بالدين ۾ اليس الله باحكم الحكمين.

پوءِ مون انهيءَ کي هستيءَ جي حالت وارن کان گهٽ حالت ۾ آندو. ليڪن جن ماڻهن ايمان آندو ۽ چڱا ڪم ڪيا ته انهن کي اهڙو ئي ثواب مليو آهي جو ڪڏهين به روڪبو ڪو نه (انهن سيني ڳالهين جي هوندي به) پوءِ ڪهڙي شي توکي قيامت جي باري ۾ منڪر بنائي ڇڏيو آهي ڇا الله تعاليٰ سيني حاڪمن کان وڌيڪ حاڪم نه آهي؟

هاڻي هتي ڏسڻون آهي تہ جنھن ( انسان ) کي الله تعاليٰ خوبصورت سانچي ۾ ڍاليو تنھنکي وري ڇو ھستيءَ جي حالت ۾ آندو.

شاه صاحب فرمائي ٿو تہ :

اڳي اينءَ هياس جو ھنھونءَ ڏوتم ڪپڙا
هاڻي ائين ٿياس جيئن جت نہ نينم پاڻ سين.

* * *

دوست ڪھائي دادلا محب مارائي
خاصن خليلن کي سختيون سھائي
الله الصمد بي نياز سا ڪري جا چاهي
الھيءَ منجھہ آهي ڪا اونھي ڳالھہ اسرار جي.

قران شريف انھيءَ اسرار جي ڳالھہ کي ھن طرح کولي ٿو.

و لنبلونکم بشيء من الخوف و الجوع و نقص من الاموال ولا نفس و الثمرات ۽ البتہ آءٌ توکي ڪجھہ ڊپ ڪجھہ بک ڪجھہ مال ڪجھہ جان ڪجھہ پيداوار ( يا اولاد ) جي نقصان سان آزمائيندس و هو الذي جعلکم خلٰئف الارض و رفع بعضکم فوق بعض درجات ليبلو کم فيما اتکم ۽ اھوئي خدا آهي جنھن توکي زمين ۾ نائب بنايو ۽ اوھان مان ھڪ جو درجو ٻئي کان بلند ڪيو. انھي لاء تہ توکي جيڪي ڏنو ويو آهي، ان ۾ توکي آزمائي. ليبلو کم ايکم احسن عملاً.

اوھانکي آزمايو وڃي تہ ڪير ٿو اوھان ۾ چڱا ڪم ڪري. و نبلو کم بالشر والخير فتنہ و الينا ترجعون ۽ آءٌ توکي برائي ۽ ڀلائي ڀھچائي آزمايان ٿو ۽ توکي مون وٽ موٽي اچڻون آهي.

هوء جيڪو انهن آزمائشن مان ڪري ڌار ٿيندو، تنهنڪري ٿي اهو ثواب حاصل ٿيندو جو ڪڏهين به روڪيو ڪونه. مطلب واضح ٿيو ته ظاهري سختين تي ايمان ڪي لوڏي ۾ نه آڻجي.

اڪيون ڪولي نهاريو، اوهانکي ڪيترائي جلد باز نظر ايندا جيڪي فقط دنيا جي زيبائش تي پلجيو وڃن.

اهڙن جلد بازن لاء قرآن چيو آهي ته.

ڪلا بل تحبون العاجلة و تذرون اخرةo نه نه (اي ماڻهو) اوهان (ماڻهن جو قاعدو آهي) جلد بازي پسند ڪريو ٿا ۽ انجام جو خيال لٿا رکو. انهي آيت شريف کي خيال ۾ رکي تڪليف جي وقت ۾ به قيامت کي ياد رکجي جنهن لاء فرمايل آهي ته و بشر الذين امنوا و عملوا الصلحت ان لهم جنت تجري من تحتها الانهار ۽ اي پيغمبر انهن ماڻهن کي خوش خبري ٻڌائي جن ايمان آندو ۽ چڱا ڪم ڪيا انهن جي لاء (اهڙا) باغ آهن جن ۾ نهرو وهي رهيون آهن.

و بشر الصابرين الذين اذا اصابتهم مصيبة قالوآ انا لله و انا اليه راجعون اولئک عليهم صلوات من ربهم و رحمة و آولئڪ هم المهتدون.

۽ صبر ڪرڻ وارن کي خوشخبري ڏي، انهن تي جڏهين ڪا مصيبت نازل ٿئي ٿي ته هو چون ٿا ته اسين ته الله جا آهيون ۽ الله ڏانهن ٿي وڃڻ وارا آهيون. انهن ٿي ماڻهن تي الله تعالىٰ جي بخشش ۽ مهرباني ٿيندي ۽ آهي ٿي بهشت جو رستو لهندا.

شاه صاحب جن فرمايو آهي ته.

هڪي ٻالهي چت ۾ ٻي جا ڪري الله
ٻاٽهي وجهي ڪن ۾ ٻاٽهي آڪاري اوڙاه
تنهن واحد کي واه جو ستڙ سيئي ڪري

---

# عبادت

الله تعاليٰ سينيءَ عبادت ۾ نماز جو درجو مٿانهون رکيو آهي ۽ ٻئي نمبر ۾ زڪوات جو حڪم آهي. جن لاءِ الله تعاليٰ فرمايو آهي تہ

و اقيموا الصلوات و اتو الزكوات وار كعوامع الراكعين

۽ نماز کي برابر رکو (بلا ناغي پنهنجي وقت تي پڙهو) ۽ زڪوات ڏيو ۽ جهڪڻ وارن سان گڏ جهڪو

و انها لكبيرة الاعلي الخشعين لا الذين يظنون انهم ملقوا ربهم و انهم اليه راجعون

بيشڪ نماز دشوار آهي، مگر جن جي قلب ۾ خشوع آهي انهن کي دشوار نہ آهي. خشوع رکڻ وارا ماڻهو آهي آهن جيڪي هي خيال رکن ٿا تہ هنن کي موٽي پنهنجي رب سان ملڻون آهي ۽ هن ڳالهہ جو بہ خيال رکن ٿا تہ آهي بيشڪ پنهنجي رب جي طرف موٽي وڃڻ وارا آهن.

و يقيموا الصلوات و يوتوالزكواة و ذالک دين القيمة ط ٥

۽ نماز کي درستيءَ سان ادا ڪريو ۽ زڪوات ڏيندا وڃو، اهوئي دين ٺيڪ آهي.

"نماز کي درستي سان ادا ڪريو" ان کان مراد اها آهي تہ نماز ۾ قلب کي پنهنجي رب ڏانهن واريو ۽ ٻيون واڻون سڀ وساريو.

فويل للمصلين ٥لا الذين هم عن صلواتهم ساهون٥ الذين هم يراءُون و يمنعون الماعون٥ تہ انهن نمازين جي (قيامت جي ڏينهن) خرابي ٿيندي

جيڪي پنهنجي نمازن جي پروا نٿا رکن، آهي جيڪي (نماز پڙهي يا ايڪ عمل ڪري ماڻهن کي) ڏيکارين ٿا ۽ روز مره جي استعمال جي شيءِ اڌاري نٿا ڏين.

وري حڪم ٿئي ٿو ته.

و اقم الصلواة لدلوک اشمس الي غسق اليل و قرآن الفجر ان قرآن الفجر کان مشهودا ٥ و من اليل فتهجد به نافلة لک عسیٰ ان يبعسک ربک مقاما محمودا (بني اسرائيل ١٢)

اي پيغمبر پوئين سج کان وٺي رات جي انڌيري تائين نماز کي درستيءَ سان پڙه ۽ صبح جي نماز به (ادا ڪر) ڇو ته صبح جي نماز ۾ فرشتا به شريڪ ٿين ٿا ۽ رات جي ڪنهن وقت ۾ جاڳي اٿي (تهجد) جي نماز پڙه اهو تنهنجي لاءِ زياده (بهتر) آهي عجب نه آهي ته آن جي برڪت سان تنهنجو مالڪ توکي مقام محمود تي پهچائي.

شاهه صاحب انهيءَ حڪم جو نقشو هن طرح چٽيو آهي.

ساري رات سبحان جاڳي جني ياد ڪيو
آن جي عبداللطيف چئي مٽيءَ لڌو مان
ڪوڙئين ڪن سلام آڳهه اچيو آن جي

* * *

ساري رات سڄاڻ سودو ڪن صاحب سين
پانهپ پري پيڙيون هليا جوپ جوان
پاڻي پهلوان، لحظي منجهه لنگهي ويا

* * *

ڀڙياتا ٻيئي تو نہ ڦبنديون ڳالهڙيون
سڄيون راتيون سمهين پر سڪاڻ ڏيئي
ٻهاح سيئي ٻار پڇنده خبرون

* * *

وري تاڪيد طور فرمايو ويو آهي .

ليل نہ جاڳئين لک سيئن سٽئين رات سڄي
هتان هوتائين جون ويئيون خرزيئون ڪڄي
پوري تون نہ پڇي سبب ڪه سات مڙين

* * *

غافل غفلت ڇوڙ تون ڪيئن اٿاسي اوجهرين
ڇپاتا چڙهي ويا، وڃي ڀهتا توڙ
ليٽين ننڊ آڪوڙ، جم ورن م واڪا ڪرين

* * *

سٽئين ٻير ڍگها ڪري، وڏي جاڙ ڪياء
در پر آيئين دوس جي تہ سر ٻر هندسياء
اصل آري ڄام جي سڳي تون تہ سياه
پنهونءَ سين ٻيياه تي نياڳي ننڊون ڪرين

* * *

اي ڪم ڪميٽين جيئن سمهين ٻير ڍگها ڪري
لوچين ڇو نہ لطيف چئي، هاري! لٺ هوتن
ننڊون نياڳن ڪي اوپالا اڇن
سي پنهون ڪوه پڇن، جي سنجهي رهن سمهي

* * *

# صبر جي تلقين

الله تعاليٰ جلشانہ جو فرمودو آهي تہ

ان الله مع الصابرين

الله صبر ڪندڙن سان گڏ آهي

۽ فرمايو ويو آهي تہ

والعصر ○ ان الانسان لفي خسر لا الاالذين امنوا و عملو الصلحت و تواصو باالحق ۵ و تواصو باالصبر

هن سورت ۾ سخت وعيد آهي الله تعاليٰ سڀني ماڻهن کي خساره ۾ هجڻ جو حڪم ڏنو، سواءِ انهن جي جن چار ڳالهيون اختيار ڪيون پهرين ايمان آڻڻ ٢- نيڪ ڪم ڪرڻ ٣- سچي دين جي تبليغ ۽ صبر جي نصيحت. صبر جي صيغي ۾ قرآن شريف هن طرح ٻڌايو آهي.

نفس بد جو مقابلو ۽ مقابلي ۾ ثابت قدمي ئي صبر آهي.

جنهن لاءِ شاهہ صاحب ڀٽائي چيو آهي تہ.

چانگي چئي چڪياس مٺاءِ اڪ نہ آهي<br>
جہ ول گهڻا وهانئا آن سين آر لڳياس<br>
چوڏاري چندن وڻ ٻچي ٻوج ٻياس<br>
راڙي رت ڪياس، هن ڪڏاتوري ڪري

* * *

ولي سيت سوت ٻاءِ ٻنهنجي ڪري<br>
ولهون واس ورنئون، ٻهريون متي ٻت<br>
چالڪي چکي چٽ تہ ٻوءِ نہ رهندو ٻنڌ ري

* * *

ڪرهي ڪي ڪئين وڌم پئنڊ پاڻ جا
ليڙو لاٿيءَ ڪي چري نير ساڻ نئين
چانگي سندي چت ۾ صاحب وجهه سنئين
اوباهئوس الين لطف سان لطيف چئي

* * *

ڪرها توکي ڪام، مون سچو پسي سچيئي
مان پروڙي مام سانگاهي سنئين وهين

* * *

پوءِ آنکي قابو ڪرڻ لاءِ اجها هي واٽ وٺي ٿو

آئي اڙالينس، چڙيو ته چيڪ ٿيو
ڪارايان ڪڙيو وجي پلاٿي پائينس
ڏاوڻ تنهن ڏائينس، جيئن چري ۽ چنگهي گهٽو

* * *

اهڙي طرح جنگ جي وقت ۾ دشمن جو مقابلو ۽ مقابلي ۾ استقلال ۽ صبر آهي.

مير مدينئا نڪري رڙهيا متي رند
گهوڙا تن گهوٽن جا پرنا متي پند
جتي رهيا راتڙي سي سنهارا هند
ڪلا ڪرنگر ڪنڌجهرن جهونجهارن جا

* * *

ڪامل ڪربلا ۾ آيا جنگ جوان.
ڌرتي ڌبي لرزي ڏرڪئا آسمان
ڪره هئي ڪان، هو نظارو اينهن جو

* * *

ڏنو ڪالڪنهين جهونجهارڪو جهڳڙو؟
هاٿين هڏ ڀڃائيا ريلو رت نئين
پائن سا سنئين، جئان جيءُ جوکو ٿئي

* * *

بهادر گڏيا بهادرين ڪڙڳ ڪاول ڪن
وجهن ڌڙ ڌڙن تي، هاڪارين هڻن
ڪرن ڪند نچن، رڻ گجئو راڙو ٿيو

خدا جي راه ۾ مشقت کي برداشت ڪرڻ بہ صبر آهي.

الاهي عشق جنهن لاء شاه صاحب چيو آهي تہ:

وحده جي وڏا الا الله سين اورين
هنيون حقيقت گڏئو طريقت تورين
معرفت جي ماٺ سين ڏيساندر ڏورين
ھِڪ نہ ستا ڪڏهن ويهي لہ ووڙين
ڪلمئون ڪورين عاشق عبداللطيف چئي.

الهيءَ منزل تي پهچي شاه الهون سختين مهڻ جو ڏس بہ ڏئي ٿو تہ

ٻل ۾ پچيائون عشق جي اسباب کي
دارون هن درد جو ڏاڍو ڏسيائون
آخر والعصر جو ايهم آتاهون
تهان پوء آءٌ سڪان ٿي سلام کي

وري ٻيو دفع اها ڳالهہ دهرائي ويئي آهي.

ڪوڻي ڪنائون اچ پڻ اکڙين سين
ماس وراهي هليا، ڪرانگل چڏيائون
و تواصوبالحق و تواصوبالصبر ائين اتائون
منهي مارياٽون ڪلي گهاريو سڄڻين

ارضي ۽ سماوي مصيبتن ۾ استقلال ۽ صبر آهي، ان لاءِ سندن نظريو هي آهي ته:

پريان سندي پار جي مڙيئي مٺائي
ڪانهي ڪوڙائي چکين جي چيت ڪري

* * *

ميڙيئي سبحان جي ڪر حوالي ڪم
ٿي تحقيق تسليم ۾ لاهي غم وهم
قادر ساڻ ڪرم، حاصل ڪري حاج تو

# شرڪ جي مذمت

ڪبيرن گناهن ۾ شرڪ هڪ وڏو گناه آهي، ته پوءِ توحيد جي طالب ڪان اها ڳالهه ڪٿي ٿي لڪل رهي.

ڪافرن ۽ مشرڪن لاءِ قرآن شريف ۾ آهي.

ختم الله علىٰ قلوبهم و علىٰ سمعهم ط و علىٰ ابصارهم غشاوة ولهم عذاب عظيم ٥

الله تعاليٰ انهن جي دلين ۽ ڪنن تي مهر هڻي ڇڏي آهي. هنن جي اکين تي پردا پيل آهن ۽ انهن لاءِ وڏو عذاب آهي.

ته شاه وري اِنهيءَ جو اظهار هيئن تو ڪري:

اڇي پيا آٽ ۾، واٽ وڃائي جن
اوءِ بي بصر برن ۾ انڌا ٿيو آئين
ڪنن آڏيون تاڙيون ڪنڪن جهڻ گهمن
فراقي فرمان جو آهي پر پوڙن
ڪپت ڪاهوڙين، آه آئي پئي نه لهي

# جهاد

هر مسلمان تي جهاد فرض آهي ۽ ان لاءِ خدائي حڪم آهي:

و قاتلو في سبيل الله الذين يقاتلونكم و لا تعتدوا

۽ جيڪي ماڻهو اوهان سان لڙن (تہ) اوهين بہ الله جي راه ۾ آنهن سان وڙهو ۽ زيادتي نہ ڪريو.

شاه جو ان لاءِ هڪ ئي بيت ڪافي آهي -

هڻن هڪلڻ ٻيلي سارڻ مانجهيان ايءُ مرڪ
وجهن تان نہ فرق، رڪ وهندي راند ۾

# قادر مطلق

ان الله علیٰ كل شيءٍ قدير

الله تعاليٰ هر شيء تي قادر آهي.

ٻاڻهي ڏي سنيهڙا ٻاڻهي سلطان
ٻاڻ ڪر ٻاڻ لهي ٻاڻ سڃاڻي ٻاڻ

* * *

سو ئي هيڏانهن سو هوڏانهن سو ئي من وسي
سو ئي سو ٻسي، تنهن سندي سوجهري

* * *

سو هي سو هو سو اجل سو الله
سو ٻرين سو پساه، سو ويري سو واهرو

## توبهہ

ان الله يحب التوابين

بيشڪ الله توبهہ ڪرڻ وارن سان محبت رکي ٿو.

ليلا حيلا ڇڏ جي تون سوڀي سگهين
ٻائي پالڊ ڳجهيءَ ۾ پاڻ غريبيءَ گڏ
هڏ نہ چنديءَ لڏ جي ڪارون آئين ڪانڌ ڪي.

* * *

جي ڪارون آئين ڪانڌ ڪي تہ روئي ريجهائيج
ليلا ليلائيج اٺئي ماڳ منٿ جو.

* * *

جي ليلائي نہ لهين تہ ٻڻ ليلائيج
آسر م لاهيج، سڄڻ ٻاجهيندڙ گهڻو.

## الست بربكم

الست بربكم، جڏهين ڪن پيوم
قالو بلىٰ قلب سين تڏهين تت چيوم
تنهين ويل ڪيوم وچن ويڙهيچن سين. (شاه)

و اذكروا نعمة الله عليكم و ميثاقه الذي و اثقكم به - الخ المائد ٢)

۽ الله تعالىٰ جيڪو احسان اوهانتي ڪيو آهي، ان کي ۽ ان
اقرار کي جيڪو ٻڪو ڪري اوهان کان ورتو ويو سو ياد ڪريو.

كيف تكفرون بالله وكنتم امواتاً فاحياكم ثم يميتكم ثم يحييكم ثم اليه ترجعون ـ هوالذي خلق لكم ما في الارض جميعاق ثم استوىٰ إلي السماء فسوا هن سبع سماوات و هوَ بكل شيء عليم

اوهين خدا (کي) ڪيئن نٿا مڃيو؟ توهان پهرين جان نه هئي پوءِ (مون) توهان جان وڌي. (الله) وري توکي ماريندو وري جياريندو وري توکي ڪنهن وٽ موٽي ويٺو آهي (؟) (هي) اهو ئي خدا آهي جنهن تو لاءِ جيڪي به زمين ۾ آهي سو ناهيو ۽ پوءِ وري آسمان تي ويجي ست همراه آسمان ناهيا اهو هر شيءِ کي ڄاڻي ٿو.

هوالذي خلقكم من طين ثم قضىٰ اجلاً و اجل مسمي عنده ثم انتم تمترون.

انهيءَ خدا توکي مٽيءَ مان ناهيو ۽ وري ميعاد مقرر ڪيو ۽ انهي وٽ هڪ (ٻيو) وعدو ٿي چڪو آهي پوءِ (به) تون (هن جي قدرت ۾) شڪ ڪرين ٿو.

الله سان وعدو ٿي چڪو آهي، اهو ڪهڙو وعدو؟

الست بربكم ط قالو بلىٰ ج شهدنا ج ان تقولوا يوم القيمة انا كنا عن هٰذا غافلين ۝

ڇا آءٌ تنهنجو رب نه آهيان؟ سڀني جواب ڏنو ته ڇو نه؟ آءٌ انهيءَ ڳالهه جو گواه آهيان ته متان اوهين سڀائي ائين چئو ته اسين ته ان ڳالهه کان غافل هواسون.

اهو وعدو هو ته ” هائو تون اسان جو رب آهين“.

لفظ آسان آهي، مگر انهن تي عمل ڪرڻ لاءِ ڪي سورهيه سسي سهسائين. (رب جي لفظي معنيٰ آهي پالڻ وارو ۽ پوءِ) فرمايو ويو آهي ته

آهي اوهان جي انهيءَ اقرار جو گواه آهيان. هاڻ جنهن وعده جو گواه الله تعاليٰ پاڻ آهي ته هن جي ربوبيت جو شان به اهو آهي ته اُن جي حڪمن جي تعميل ٿئي آنهن حڪمن ۾ جتي نيڪ ٿي نياڙون آهي، اٿي

ما كان الله ليذر المومنين علي ما انتم عليه حتي يميز الخبيث من الطيب ط (آل عمران)

جي حڪم ۾ صاف صاف فرمايل آهي ته الله تعاليٰ مسلمانن کي جنهن حالت ۾ اوهين آهيو ڇڏڻ وارو نه آهي جيستائين ناپاڪ منافقن کي پاڪ (مومنن) کان جدا نه ڪري.

ڪڇي لوه کي رڪ جي صورت ۾ آڻڻ لاءِ هن کي ڀٽين ۾ تپائڻو پوي ٿو، ۽ سانداڻن ۾ سٽجڻون آهي.

آءٌ ڪ نه ڄاڻان اينءَ ته جر گهڙئي جوکو ٿئي
قضا جا ڪريم جي تنهنکان ڪنڌ ڪيهو ڪيئن
هڪ لکئي پئي نينهن آئي اولس اول ۾.

۽ (اي پيغمبر ماڻهن کي چؤ ته) جي هو ايمان جي سڌي رستي تي جميل رهندا ته آءٌ انهن کي آزمائڻ لاءِ خوب پاڻي ڏيان.

پاڻيءَ جون به مرادون آهن هڪ رحمت جو پاڻي جنهن تي انسان جو جياپو آهي. ٻيو آهو پاڻي جيڪو لوه کي تپائي پاڻي ڏبو آهي ته هو رڪ ٿئي ۽ اُن مان تکا اوزار ٺهن. بهرحال شاه سائينءَ الست بربکم جو اهو وعدو ياد ڪري فرمائي ٿو.

پاپوهي هيڪار مونهان پڇنو سڄئين
"الست بربکم" چيائون جه وار
سندي سور ڪنار، تن تڏاهڪون نه لهي.

* * *

حبيبن هيڪار منجهان مهر مڏ ڪيو
سو مون سپ چمار، اورڻ اهو ئي ڏيو.

* * *

جڏهين ڪن فيڪون، من تڏا هڪون مارئين
تون ڪيئن و جهين تن کي سومرا شڪون
هميرن هڪون جاڙ جسي کي پاڻهون

* * *

چئي ڪن فيڪون جڏهن خلقيا روح خداء
گڏ جت گذران هو، جڙ لڳي تنهن جاء
مون توهين سين آه، اها سا چاه سپرين

* * *

فيڪون فدا ڪري کڻيا لين سين ڪن
تعظيماً تمام ڪري، هوء پٽريائين ان
مارو تتائين من، پنهنر پاڳي آئيو

* * *

نڪا ڪن فيڪون هئي نڪا هنگ نہ هون
سڄڻ انهيءَ ساعت ۾ پيتي ڏنوسون
مون تن تڏاهڪون ملي ملاقات ڪئي

ڪٿا ڪن فيڪون هئي ڪٿو لڳ لحم
ٻنيو هو نه ٻت ۾ اڃان ڪي آدم
مون توهين سين سڱ آها ساڃاهه سپرين

* * *

ڪٿا ڪن فيڪون هئي، ڪٿا مورت ماهه
ڪٿا سڌ ثواب جي ڪٿو غرض گناهه
هيڪائي هيڪ هئي وحدانيت واهه
لکيا ٿين لطيف چئي آت ڳجهاندر ڳاهه
اڪين ۾ ارواح اها ساڃاهه سپرين

* * *

گهيڙ لنگهيو گهاري ميثاقا مهارسان
"الست بربڪم قالو بليٰ" ٻر اها ٻاري
ڏسو ڏيکاري ٻرت ٻريان جو پيچرو

* * *

الست ارواحن کي جڏهين چيائون
ميثاقا مهارسان لڌيون مون لائون
سو موليٰ ڪيئن ٻاهون جو محفوظا معاف ٿيو

* * *

الست ارواحن کي جڏهين چيائون جي
قالو بليٰ قلب ۾ ٿيو تفاعُل تي
مجتبيٰ ميهار جي آئون نهوڙي نيهه
سرتيون ساهڙ سي هاڻ مون حق ٿيو

الست ارواحن کي جڏهن جا ڳايو جليل
مڃئين راه سيد چئي سوناٺون سبيل
وحدت جي وادي ۾ ڪوڙين ڪي قليل
درياه جي دليل لوڙهي لهوارا ڪيا

* * *

الست ارواحن ڪي جڏهين امر ڪيو احد
مومن ڪاڍيو ميهار ڏي سهٽي مڪن سڌ
دلو دور درياه جي ڪيو ارادي اڌ
جيڪي آيس ڏاڦهن عهد، سوپاري منڌ پاتار ۾

پوءِ جن اهو وعدو پار يو (تن جيئن الله تعاليٰ فرمايو آهي ته

و ان تومنوا وتتقو افلكم اجر عظيم ○

۽ جي اوهان ايمان آڻيندا ۽ (شرڪ ۽ نفاق کان) پرهيز ڪندؤ ته اوهانکي وڏو ثواب ملندو) تيئن جن ايمان آندو تن لاءِ شاه صاحب فرمايو آهي ته

آڳي ڪيا اڳهم، نسو روئي اور
لا خوف عليهم ولاهم يحزنون سچن ڪولهي سور
مولي ڪيو معمور، انگ ازل ۾ آن جو

## خيرات ۽ سخا

قرآن شريف ۾ الله تعاليٰ جتي نماز جو حڪم صادر فرمايو آهي، آتي زڪواة خيرات ۽ صدقي جو حڪم به هلندو اچي. آن لاءِ الله تعاليٰ

سوره الماعون ۾ انهيءَ شخص جي حالت ٻڌائي آهي، جيڪو يتيم کي ڌڪا ڏئي ٿو ۽ محتاج کي ٻاڻ تہ کاڌو اٿو ڏئي پر ٻين کي بہ اهڙي ترغيب نٿو ڏئي. الله تعاليٰ انهن جي نمازن لاءِ بہ فرمائي ٿو تہ اهڙن نمازين لاءِ وڏي خرابي آهي:

ارءيت الذي يكذب بالدين ۝ فذالك الذي يدع اليتيم ۝ ولايحض علىٰ طعام المسكين ۝ فويل للمصلين ۝ الذين ۝ (الماعون) -

ڇا اوهان انهيءَ شخص کي نہ ڏٺو آهي، جيڪو روز جزا تي اعتبار نٿو رکي (جي اوهان انهيءَ جو حال ٻڌڻ گهرو ٿا تہ ٻڌو تہ) هي اهو آهي جيڪو يتيم کي ڌڪا ڏئي ٿو ۽ محتاج کي کاڌو اٿو ڏئي ۽ نہ اهڙي ترغيب ٻين کي ڏئي ٿو. انهيءَ مان ثابت ٿيو تہ اهڙن نمازين جي لاءِ وڏي خرابي آهي -

جنهن شخص جي طبعيت بخل کان بچي ان کي هدايت وارو چيو ويو آهي قرآن شريف ۾ آهي تہ -

ومن يوق شح نفسه فاولائك هم المفلحون ۽ (واقعي) جنهن شخص کي پنهنجي طبعيت جي بخل کان محفوظ رکيو وڃي اهوئي ماڻهو فلاح حاصل ڪرڻ وارو آهي (الحشر) اهڙن ئي ماڻهن کي هدايت ڪئي وئي آهي تہ -

قل ما انفقتم من خير فللو الدين و الا قربين و اليتمىٰ والمسكين و ابن السبيل وما تفعلو من خير فان الله به عليم -

چو تہ جو مال توکي خرچ ڪرڻو آهي سو ڀيءُ ماءُ جو حق آهي قرابتدارن جو حق آهي يتيمن جو ۽ محتاجن جو ۽ مسافرن جو (حق آهي)

جيڪو ۾ ليڪ ڪم ڪندو الله تعالىٰ کي ان جي خبر آهي -(البقره ٢٦)

الله تعاليٰ انسان کي ياد ڏياري ٿو ته -

و وجدڪ عائلا فا غني- فا ما اليتيم فلا تقهر ○ و اما السائل فلا تنهر (وضحىٰ)

۽ الله تعاليٰ توکي نادار ڏسي پوءِ غني بڻايو پوءِ (ان جي شڪرانه ۾) يتيم تي سختي نه ڪر ۽ سائل کي نه جهڙڪ. وري فرمايو ويو آهي ته-

و في اموالهم حق السائل والمحروم

۽ ان جي مال ۾ سوالي ۽ غير سوالي جو حق هو.

شاه جي لڪن رس لڳاه ان جو تفسير هن طرح ڪري ٿي-

ري مصلحت مڱڻا، قصر ڪين اچن
نور تجلو نور سين نمئو نين پسن
خيمي ۾ ڪنگهار جي چالبوڻا چمڪن
لذالين لطيف چئي سندا ڏاڻ ڏسون
تيلاه ملڪ ڏٺين ميٺو مڱڻهار کي

* * *

ڪي جو پهچل پولئو پئيه ويهي پان
راجا رتولن ۾ سپاٽو سلطان
آءُ مٿانهون مڱڻا مقابل ميدان
کهوريا لک لطيف چئي تنهنجي قدمن تان قربان
مٿو هي مزمان هلي آءُ ته هٿ ڏيان

# دنيا قيد خانو آهي

حديث شريف ۾ فرمايل آهي ته -

الدنيا سجن للمؤمنين و جنته للكافرين

هي دنيا مومنن لاءِ قيد خانو آهي ۽ ڪافرن لاءِ بهشت ،
شاه سائين اهو نڪتو هن طرح حل ڪيو آهي -

* * *

قسمت قيد قوي نات ڪير اچي هن ڪوٽ ۾
آئي لکئي لوح جي هند ڏيکاريم هي
پرچي ڪين پهنوار ري جان جسو ۽ جي
راڄا راضي ٿي، ته مارن ملي مارئي

* * *

قسمت قيد ڪياسن نات ڪير اچي هن ڪوٽ ۾
"ونحن اقرب اليه من حبل الوريد" وطن آن ويندياس
مارن کي ملندياس ڪوليون چڙهي ڪڏهن

* * *

قيد الماءُ ٿئوم، هت اڙانگي گهاريان
هناڪ جسمي والفواد لديڪم هنيون هت سندوم
قادر شال ڪندوم، موڙالو سين مارون

* * *

قيد الماءُ ڪهن جو، سو مون پاند پيو
جف القلم بما هو ڪائن ، وهي قلم ولو
اي قضا ڪم ڪيو، جيئن ٿر مارو آءُ مارئين.

جھڙو قيد الماء تھڙو بند نہ ڪو پيو
جف القلم بماھو ڪائن، لھي نہ تر تئاء
عمر تو ھتاء آجائي تئي آجڙين

* * *

ري اعرابين ھت، گھنگھر گھارڻ مون تيو
بڪت العينان في ھواڪ دما ڀجان ساڻ ڀرت
من اکيون تن تت، جتي جنب جيڏيئن

* * *

ھي ھند پيٽيون ھاڻ، ساڙيان سڀ ڏيھين ري
ڪل شيء يرجع الاصله، تي جھجان جھانگين ڪاڻ
پري پنھنجي ياڻ، پسان ملڪ ملير جو

---

## موت ۽ آخرت

الله تعالیٰ جو برحق ارشاد آھي تہ،
ڪل نفس ذائقة الموت

۽ ان ڪان پوء فرمايو ويو آھي تہ،
و ما الحيوة الدنيا الا لعب و لھو وللدار الاخرة خير للذين يتقون افلا تعقلون○ (الانعام)

دنيا جي زندگي ڪجھہ بہ نہ آھي، فقط کيل ۽ دل جي وندر ۽ البت پرھيزگارن جي لاء آخرت جو گھر بھتر آھي.
ڇا اوھانکي عقل نہ آھي.
وري تاڪيد فرمايل آھي.

فما متاع الحيوة الدنيا في الا خرة الا قليل (التوبه)

دنيا جي زندگي جو مزو (بلڪل) اي حقيقت آهي ۽ ڪجهہ به نہ آهي.

بيخبرن کي خبردار ڪيو پيو وڃي.

و فرحوا بالحيوة الدنيا و ما الحيوة الدنيا في الا خرة الا متاع

۽ اهي ماڻهو دنيا جي زندگي تي مرڪن ٿا ۽ دنيا جي زندگي آخرت جي سامهون ڪجهہ بہ نہ آهي.

شاهہ صاحب ان جو نقشو هن طرح ڪڍيو آهي

ماٽين ننڍا ٻار ووڙن پانڌين ننڍا ٻار
توکي آرس اکڙين ۾

پاتا پاڙي وارين ٻکهہ منجهہ ٻاتار
توکي آرس اکڙين ۾

پڙڻ تو پور ڪري آئي تهجڙي وار
توکي آرس اکڙين ۾

سڄيون راتيون سمهين ڪيو منجهہ خمار
توکي آرس اکڙين ۾

ڪاتو ڪنين نہ سئي هلڻ جي هاڪار
توکي آرس اکڙين ۾

تائب ٿيو تڪڙا پڙهو اي پچار
توکي آرس اکڙين ۾

سالڻ ء مڪڻي سچ ڪي تون ڪوڙو منجھ قطار
توکي آرس اکڙين م

ڪ تو ڪيئن ن سڻي ڪپر جي ڪوڪار
توکي آرس اکڙين م

گھڙان تي ري گھڙي الاھي تهار
توکي آرس اکڙين م

هو جو شڪ شارڪ جو، تڻان رک ستار
توکي آرس اکڙين م

ڪل نفس ذائقة الموت پڙهو اي پچار
توکي آرس اکڙين م

شڪار تون شهباز جو تون تان منجھ شڪار
توکي آرس اکڙين م

يوم يفر المرء من اخيه جت پڇندا يار
توکي آرس اکڙين م

جتي جال ن لبهي سڄ اي سڦيار
توکي آرس اکڙين م

جم وسارين ويسرا پتهن جي پلڪار
توکي آرس اکڙين م

* * *

# انسان پنهنجي زندگي ڪيئن گذاري

ويٺو تن ٽڻينس مک ڏيهاڙي مڪڙي
سنڀاهي سيد چٽي، مٿي نيڊوءَ لينس
وٺالي وڏاندرا لاڄو لڳاليٺس
آخر آهرالينس ته جوکو ٿئي نه جهاز کي

* * *

تن ٽنيندو آءُ ، مک ڏيهاڙي مڪڙي
سالباهي سمونڊ جي، مٺا مور م لاهه
اڄ ڪ سنجهه، صباح آهرندي اتالڪ تڙبن

* * *

اوربائين آٺين ميڙيو معلم خهرون
ماتان سڌ نه ڏين جتي وه ويڌ ڪري

* * *

ٻيڙي ٻرائي وکر ٻاءُ م وترو
تري م تن پيا ٻاسڻون ٻاٽي
هي هڏوهائي، ڪڙه ڪاوٺي ڏينهن کي

* * *

وکر سو وهاءِ جو پئي ٻراٿو نه ٿئي
ويچهندي ولات م ذرو ٿئي نه ضاهه
سا ڪا هڙ هلاهه آڳهه جنهن جي آهڻ

* * *

جتو وانءُ جهاز ڳڏلو غراب سين
پورهندي هن ٻار ڏي سڌر ڪنج ساز
اڇن ٿا آواز، سٺائي سمولڊ جا

ٻبر جي ڪناز کي ڏسندي چيو ويو

اڃي سو ڏئوءِ جو ڪپر سوءِ ڪنن سين
سڻي لوڪ لطيف چئي ياد نہ ذرو ڪئوءِ
غافل تي غراب کي اوڙه تي آندوءِ
سو چتر چو هي ڪان رکين جو پڻو ٻراٿو ٻوءِ
جهاز ضعيفن جو ڀانيءَ ۾ ٻرتوءِ
سيد سات سمندوءِ ، ٻر بندر پهچائيين

## شيطان

الم اعهد اليکم يابنيءَ آدم آن لا تعبدو الشيطان انه لکم عدو مبين لا و ان عبدوني ط هاذ صراط مستقيم ولقد اضل منکم جبلاً کثيرا افلم تکونوا تعقلون O (ياسين)

اي آدم جا اولاد ڇا مون اوهانکي (پيغمبرن جي ذريعي) چيو ڪونہ هو تہ شيطان کي نہ پوڄجو. هو اوهان جو کليل دشمن آهي ۽ مونکي ئي پوڄيندا رهجو، اهوئي (توحيد جو) رستو سڌو آهي. ان چوڻ کانپوءِ بہ شيطان اوهان مان ڪيتري خلقت کي گمراه ڪري ڇڏيو ڇا اوهانکي عقل ڪونہ هو.

ومن يتخذ الشيطان ولياً من دون الله فقد خسر خسراناً مبيناً لا يعدهم و يمنيهم ط وما يعدهم الشيطان الا غروراً اولائک ماواهم جهنم ولا يجدون عنها محيصاً O (النساء)

جيڪو بہ خدا کي ڇڏي شيطان کي دوست بنائيندو ، سو سراپا نقصان ۾ پڙي ويندو شيطان (جيئن چيو هو اهڙي طرح) ماڻهن کي وعدا

ڏئي ٿو ۽ ٻر پورا نٿو ڪري) آميد ڏياري ٿو (مگر ڪوڙي) ۽ شيطان جيڪي وعدا آنهن سان ڪري ٿو سي سڀ دغا سان ڀريل آهن اِنهن ماڻهن جو ٺڪاڻو دوزخ آهي آنهن کي آتان ڀڄڻ جي جاءِ نہ ملندي.

قل رب فانظرني الىٰ يوم يبعثون O قال فانڪ من المنظرين O لا الىٰ يوم الوقت المعلوم O قال فبعزتک لا آغوينهم اجمعين O لا الا عبادڪ منهم المخلصين O قال فالحق لا والحق اقول لاملئن جهنم منڪم و ممن تبعڪ منهم اجمعين O (ص)

ابليس چيو تہ منهنجا مالڪ مونکي آنهيءَ ڏينهن تائين مهلت ڏي جڏهن سڀ ماڻهو (وري جيئرا ٿي) آٿاريا وڃن، پروردگار فرمايو (وچ) تو کي آنهي ڏينهن تائين مهلت آهي جنهنجو وقت مقرر آهي. هن چيو تہ تنهنجي عزت جو قسم هاڻ تہ آءٌ سڀني ماڻهن کي گمراہ ڪندس مگر انهي ۾ جيڪي تنهنجا خالص ٻندا هوندا.

چور آهيو اينءَ چوءِ تہ آءٌ آهولي آهيان
جي اسي اکين هوءِ تہ لڪيءَ کي ڪونہ لهي

* * *

جتي ماڻڪ ماڳ تتي چوران تڪيو
منڊون تن سياڳ اصل جن اوباهيو

ان شيطان کان آجڪاليءَ جي واٽ شاہ صاحب هيءَ ڳولي لڌي.

پانهپ جو پيڙهن ۾ وکر وڌائون
موتي معرفت جا سچا سودائون

التائب من الذنب اي کٹ کنيائون
آلين جي آءٌ برکت بار لنگهائيا

آن کان بوء فرمائي تو ته

جهنگ کامي ہٹ ايو لٿي چوران لک
ولي وجودان نکري جيکا دڙي دک
هک سچڻ ہي سک ٻئي پهٹا پاڻ م

## الله تعاليٰ جو خوف

ڏاڪا سهاڳٹيون کهڙي ڏوه کبن
ور وڏوٹو ابهين، جيئن جيئن پاڻ ہسن

يا ايها الذين آمنوا الله وكونوا مع الصادقين ط

مسلمانو! الله (سبحانه و تعاليٰ) کان ڊڄو ۽ سچن سان گڏ رهو.

يا ايها الذين آمنوا اذكرو نعمت الله عليكم اذهم قوم ان يبسطوآ اليكم ايديهم فكف ايديهم عنكم ج واتقو الله ط وعلي الله فليتوكل المومنون ع
(مائده)

مسلمانو! الله تعاليٰ جو آهو احسان ياد ڪريو جڏهين ڪن ماڻهن توهان تي هٿ هلائڻ گهريو ٿي. پوء الله تعاليٰ کان ڊڄو ۽ مسلمان کي الله تي ئي ڀروسو رکڻ گهرجي.

افلم يروا الي ما بين ايديهم وما خلفهم من السماء والارض ط ان نشا نخسف بهم الارض او نسقط عليهم كسفا من السماء ان في ذالك لآيه لكل عبد منيب ع (السبا)

ڇا ماڻهن آنهيءَ زمين ۽ آسمان کي نہ ڏٺو جيڪو الهن جي اڳيان ۽ پٺيان آهي، جي آءٌ ڪهران تہ (هڪ پل ۾) آنهن کي زمين ۾ غرق ڪري ڇڏيان يا آسمان جو هڪ ٽڪر الهن تي ڪيرايان جنهن بندي کي خدا تعاليٰ جو خيال آهي انهي کي تہ ضرور انهي مان(خدا جي) قدرت جو، پتو ملندو.

آو ڏمرئو ڏس حيلو ٽيو هار جو
سٽو سڀ سرتيون ور نہ ڪنهون وس
دعويٰ ڀرئين دس پڇئو ٽو پورا ڪري

* * *

هيئن تہ ڪهٺو هشيار، ڪل بہ هئي ڪانڌ جي
تو پانيو موچاري ٽيان ڪِڇيءَ پالي هار
ڪانڌ ڪوڙي جو نہ وٺي سنئين پتون سينگار
وهم لهي واجهار، دليون ڀر کي هاسڙو

* * *

ڏاهي هيس ڏيهہ ۾، سرتيون منجھہ سجاڻ
ڪاجا ٻيم ڪاڻ جيئن منهن مٽانهوڻ نہ ڪٽان

* * *

وڏيري هياس، ميڙو مون ڪهر سر تئون
هٿ ڇهڻ هار جي ڪڙي ڪانڌ ٽهاس
ڍولي ڍيليهاس، آيم ڏنءُ ڏهاڳ جو

ليلا پوري ٿي، پنھين چئي چنيسر ساڻ
تو جو ڳاليو ڳانهنجو سو ريساڻو واچاڻ
ڳاٽا ڏار ٻرياڻ ڪاڻڊ ڪنهن جو نہ وٽي

* * *

چيئي چنيسر جام سين ليلا لڪاء م توں
اي ڪانڌ ڪنهن جو نہ ٿئي نہ ڪا مون نہ ڏون
روئنديون ڏٺيون مون، ان در متي داديون

* * *

هلندي هاڙو مٿي ڏکن منجهان ڏوھ
هو اوڇڻ سر آڻن ٿي، هي ھند ڇاڙي پوء
اھڙن ري لطيف چئي، ڪيئن ڪريندي ڪوھ
اڳئا راڙو سڄي روھ، وھان تان نہ وس ٿئو

* * *

هلندي هاڙو مٿي سسي ڏھنديس ساھ
لکن تان لطيف چئي ڀاري لنم ڀاھ
ڪندو ڀاجھ الله، وھان تان نہ وس ٿئو

---



جناب مسرور حسن خان ڪمشنر حيدرآباد ڊويزن. شاه عبداللطيف
ڀٽائي جي درگاه ۾

# تقدير

پريان سندي پار جي مڙيئي مثالي
ڪانهين ڪڙائي چکين جي چيت ڪري

قرآن جو قول پڌو

و ان تصبهم حسنة يقولوا هذه من عندالله و ان تصبهم سيئة يقولواهذه عن عندک قل کل من عندالله ط فمال هؤ لاءالقوم لا يکادون يفقهون حديثاه ما اصابک من حسنة فمن الله و ما اصابک من سيئة فمن نفسک و ارسلنک للناس رسولا ط و کفیٰ بالله شهيداه (النساء)

۽ (اي پيغمبر) جي انهن کي ڪا ڀلائي پهچي ٿي ته هو چون ٿا ته اها خدا جي طرفان آهي (ايستائين هو سچ چون ٿا) پر جي ڪا برائي (بلا) اچي ٿي ته چون ٿا ته اها تنهنجي ڪري آهي (اي پيغمبر) چؤ ته سڀ خدا جي طرف کان آهي. انهن ماڻهن کي ڇا ٿيو آهي جو ڳالهه کي سمجهڻ جي ويجهو به نٿا اچن. اي بندا جيڪا ڀلائي توکي پهچي ٿي سا ته خدا جي طرفان آهي پر جيڪا برائي توکي رسي ٿي اها به الله جي طرفان آهي. ليڪن اها تنهنجي گناهن جي شامت جي ڪري آهي ۽ (اي پيغمبر) سون توکي الله جو پيغام ماڻهن تائين پهچائڻ وارو (بنائي) موڪليو ۽ الله جي گواهي (تنهنجي پيغمبريءَ لاءِ) ڪافي آهي

انا کل شيءٍ خلقنه بقدر ه (القمر)

مون ته هر شي کي تقدير جي موافق ڻاهيو.

والذي قدر فهدیٰ ه (الاعلیٰ)

۽ جنهن (سڀ ڪجهه) مقرر ڪيو ۽ پوءِ (آنهيءَ نموني) هلايو.

قد جعل الله لکل شيءٍ قدراً ۞ (الطلاق)

بيشڪ الله هر چيز جو انداز مقرر ڪيو آهي.

سوري سهنگاري اصل عاشقن کي
لڏڻا ڪين لطيف چئي تيا نيزي نظاري
ڪونهو ڪناري آڏيو چاڙهي ان کي

* * *

ڪاتيءَ ڪونهي ڏوهه، ڳن وڍيندڙ هٿ ۾
پسئو ٻر عجب جي لڇيو وڃي لوه
عاشقن اندوهه، سدا معشوقن جو

* * *

ڏيکين ڏوڪ ڪڙهن، جت ڪڙهين ڪڙ ڪو نه لهي
تتي طبيبن چاڪ چڪندا چڏيا
لکيو ٻري نه ٽري جي ائين آهي ته ٿيءُ

اصل عاشق پانهنجي، مسي نه سانيدين
لاهيو سر لطيف چئي ساهه سلاڙئو ڏين
ڪلنئون ڪاتين، هٿن پوءِ پريتڏون

ڪهن ۽ ڪونهن اي ٻر سندي سڄڻين
سوريءَ چاڙهيو سپرين ڏنب ڏيهاڙي ڏين
ويناوره وتين، آءُ وايو وڙڻا وهاءُ تون

جت حبيب هٿن، ناڻڪ ٻري نينهن جي
تتي طبيبن وڃا وڃي وسري

## لوح محفوظ

نہ ڪاني نہ ڪانہ نڪو ڏوہ قلم جو
انگ آتيئي لکيو جت نہ رسي پانهن
ڪنهن کي ڏيان ڏانهن قضا قلم وهائيو

وكل شيء فعلوه الزبر ۝ و كل صغيرا و كبير مستطر ۝ (القمر)

۽ جيڪا ڳالھہ ھنن ڪئي آھي سا (خدائي) دفتر ۾ لکيل آھي.
ھر ڪم اھو ننڍو ھجي يا وڏو (لوح محفوظ ۾ موجود) لکيل آھي.

ما اصاب من مصيبته في الاض و لا في انفسكم الا في كتب
من قبل ان نبراها ان ذالك علي الله يسير ۝ لكيلا تا سواعلي
ما فاتكم و لا تفرحوا بما آتكم ط والله يحب كل مختال فخور ۝

(اي ماڻھوءُ) جيڪا آفت زمين تي اچي ٿي (مثلا قحط زلزله طوفان وغيره) ۽ خود تو تي (جيڪا مصيبت) اچي ٿي (مثلا ڏک بيماري موت وغيره) سو ھن جي پيدا ڪرڻ کان اڳ ئي لوح محفوظ ۾ (لکيل) موجود آھي. بيشڪ الله جي نزديڪ (اھي سڀ ڳالھيون لکڻ) آسان آھن (اھو مون توکي ان لاء ٻڌايو) جيڪا شي تو وٽان وڃي ھاي ان تي (حد کان وڌيڪ) غم نہ ڪر ۽ جيڪا نعمت الله توکي ڏني آھي ان تي (غرور ۾ اچي) مرڪ نہ. الله تعالیٰ ڪنھن بہ مرڪڻ واري شيخي باز کي پسند نٿو ڪري. (الحديد)

## توڪل

الله تعاليٰ جلشانہ، فرمايو آھي ھر ڳالھہ ۽ ھر ڪم ۾ مون تي ڀروسو رکو.

١- و من يتوكل علي الله و هو حسبه
۽ جيڪو الله تي توڪل ڪندو تہ اھو(الله) انھي لاء ڪافي آھي.

٢- و علي الله فتو كلوا
۽ الله تي توڪل ڪريو.

٣- فاذا عزمت فتو كل علي الله
پوءِ جڏهن تون (ڪنهن ڪم ڪرڻ جو) پڪو ارادو ڪرين ته
پوءِ الله تي توڪل ڪر.

شاه سائين الله تعاليٰ جي انهيءَ ارشاد کي نظر ۾ رکندي فرمايو
آهي ته

هورن هاڙو لنگهئو تي جريدي جوءِ
هوندجنين سين هوءِ، هوت نه هولدو تن سين

* * *

هورن هاڙو لنگهيو، مٿي موست ڇڏ
"لا" سين آتي لڏ "ڪن" رسائي ڪيچ کي

* * *

هورن هاڙو لنگهيو، ڳوريون پاسي ڳوٺ
ڪيچ تنهن کي ڪوٺ، "ڪن" جنهين جي ڪڇ ۾

* * *

ڪهي جا "ڪين" ڪٺي، پرينءَ پهتي سا
وهي ويڙهجي جا، وصل تنهن وڃائيو

* * *

هورن هاڙو لنگهيو، ڳوريون تيون ڳمن
هاڃي تنهن هجن، ڏارا سڪ سيد چئي

* * *

ڪا هت نه هت، ڪا ڳوري سندي ڳال
ڪين پهتي مال، حال پهتي هوت کي

هوندڙا هوت پري اوڏو آ اڻ هوند کي
ساڃن تن سري، "لا" سين لڏين جي

* * *

لائي خنجر "لا" جو هن خچر کي هڻ
سڏن جيون سيد چئي وڃون سڀ وڪڻ
پر پروڙي ڪڻ ته هلڻ ۾ هوري ٿئين

* * *

اڙدا آريءَ ڄام ري، ڳنڍر ڳڏرِيام
لکيون لڪ لطيف چئي اورانگهڻ آيام
پرڻ پنهونءَ پٽ ۾ ايءَ سعادت سنديام
مٿس ڪم وڌام، وهان تان وس پئو

* * *

هڪي پاڻهي چٽ ۾ پي جا ڪري الله
پاڻهي وجهي ڪن ۾ پاڻهي ڪنديءَ ني
سنڙ سي ڏوئي، جي تڙ توائي مڪڙا.

## نفس

اخذته العزة بالاثم فحسبه جهنم

هن کي نفس برمتي گناه تي تيار ڪري، پوءِ انهي ماڻهوءَ لاءِ
جهنم ڪافي آهي. (قرآن شريف)

إن النفس لامارة بالسوء

بيشڪ نفس هروقت برائي جو امر ڪندڙ آهي. (يوسف)

اعدیٰ عدوک لفسک التي بين جنبيک. (حديث)

تنهنجو وڏي ۾ وڏو دشمن تنهنجو نفس آهي جيڪو تنهنجي ٻنهي پاسن جي وچ ۾ آهي.

چئين ته ۾ چڻ، ٻاء آميري آن سين
جي هو اوگڻ ڪنئي آسنهين، تون ڳڻائي ڳن
ٻاند جهليو تون ٻن، هن سنهاري سگ ۾

* * *

لمي ڪمي لهار تون ڏمر وڏو ڏک
منجهان صبر سک جي سنوارنا سمجهين

* * *

نمي ڪمي نهار تون ڏمر ڏولا ٿو
ٿئي ساجائو، جي آيهين انهيءَ ٻير تي

* * *

ڏمر ٻاسو ڏک سين ڪاند ڪٿوري هوء
والله مع الصابرين آگو ايهم چوء

* * *

ڪم ڪمندن ڪتئو هاراهو هوڙن
چڪيو نه چوندن، هو جو ساء صبر جو

* * *

ڪمندڙن گهر ڪين، چندل چڱا نه ٿئا
ويٺئون ويڌ ٻئي هٿ نه اچي ڪين

* * *

هو چوندي تون ۾ چؤ واتا ورائي
پاند ۾ پائي ويو ڪيني وارو ڪينڪي

* * *

هو چوندي تون ۾ چؤ واتا ورائي ويڻ
سيني سين سيد چئي من ماري ڪر ميڻ
ڪاند وڏيائي ڪوڻ ، ڪيني منجهان ڪين ٿئي

* * *

ڪنهن ڪين پرائيو ، ڪيني منجهان ڪين
جي هو ستاڻي سيگ ، ته زه چئي جوڪو ٿئي

* * *

سڻي ويڻ ڪنن سين ورائيج ۾ وري
هاديء جي هدايت جي آهي ايء ڳري
تن سچي ساه سري ، جن مارئو نفس ماٺ سين

* * *

چندن ڪيم چئج تون ويڻ ورائي سا مهم
ڪامت قيمت جهڙي روز ڏمر ڪي ڏيج
ويڻ ۾ ورائيج ته سپ در سهاڳي ٿئين

* * *

اڻ چندن ۾ چئو ، چندن چئو وسار
انئي پهر ادب سين پر اهائي پار
پاپو منهن مومنن ۾ ، غربت ساڻ گذار
مفتي منجهه وهار ته قاضيء ڪانيارو نه ٿئين

* * *

# نيڪي

ملا ست نه مارين الف جنهنجي اڳ ۾
ناحق نهارين پنا پيا پڙهينءَ ري

الله تعاليٰ جو ارشاد مبارڪ آهي ته:

ان الله لا يظلم مثقال ذرة و ان تڪ حسنة يضاعفها و يوت من لدونه اجراً عظيماً

الله تعاليٰ ڪنهن تي ذري برابر به ظلم نٿو ڪري، پر جي ڪا نيڪي آهي ته ان کي ٻيڻو ڪري ٿو ۽ ان ڪان سواءِ (ڏئي تعاليٰ) پاڻان وڏو ثواب ڏئي ٿو (النساء ٦)

و هو الغفور الودودO ذو العرش المجيد O فعال لما يريد (البروج)

۽ اهوئي (گنهگارن کي) بخشڻ وارو ۽ (نيڪن سان) محبت ڪرڻ وارو آهي. تخت جو مالڪ بزرگي وارو جو چاهي سو ڪرڻ وارو

ان بابت شاه جي ساجه ۾ مطالع ڪريو:-

ڀلائي آهين، ڀرين ڀلائي پانهنجي
سڀاجها سر چڙهيو ڏوراپا نه ڏين
مان ڏي مديون تن سڄڻ سچاين ۾

* * *

پيشانيءَ ۾ پرينءَ جي ڀلائيءَ جا پور
اکڙ آڪنبين جي ڏي ماپوهي پور
قمر ماڙي ڪير، شمس سڀرين سين

* * *

قاتل ڪمائي ڪري وه ماڪيءَ جي ڪن
وڻا ويهي تن ٻيج ڪي پيالهون

* * *

آڏي آتر واءِ موڪيءَ مٽ اپٽيا
مٺارا تنهن ساءِ اچن مر سنبا هيو

* * *

اهو آهي شاه عبداللطيف ڀٽائي عليه الرحمة جن جي ڪلام جو هڪ مختصر باب، جو معنيٰ ۽ مطلب جي لحاظ سان هڪ بحر بيڪران آهي. ۽ جيئن شاه صاحب پاڻ فرمايو آهي ته،

سي ٻوڃارا ٻر ٿيا سمنڊ سيوبو جن
آندائون عميق مان جوتي جواهرن
لڌائون لطيف چئي لعلون مان لهرين
ڪالهي قيمت تن، ملهه مهانگو آڻ جو

۽ عوام ان لاءِ هيءَ راهه رکي ٿو.

ٿيو رسالو شاه جو جي آهي تفسير قرآن
يا رموز معرفت يا ڪي منجهس سر لهان
يا شريعت ۽ حقيقت جا ٿيا رستا عيان
يا انهيءَ ۾ ڏس ڏٺي حب الوطن جا داستان

بهر صورت ٿيو رسالو راهبر ايمان جو
آه ٿيو ايمان شاهد مسلمان جي شان جو

ڪير ٿو ڇٽي درد جو دنيا ۾ درمان ڪونه آهه؟
رنج آهي پر ٿيو راحت جو سامان ڪونه آهه؟
هر مصيبت ۾ ٿيو شامل فضل يزدان ڪونه آهه؟
ڪار مشڪل ڪيئن ٿئي آسان سو آسان ڪونه آهه؟

روه ۾ ڪجهه رڙه ته آڏو هوت هٿ ايندو هلي
سيئي ٻڇڻ پار جن دهشت ۾ آهي دل ڄهلي

عشق جا عاشق لکي آهن لکين ويا داستان
ڪن ٻروڙي مام مخفي ڪن ڏنو آهي عيان
راز قدرت جي ٿيا انداز جا ڪي رازدان
پنهنجي دردن کي ڪري هرڪو ويو آهي بيان

پر سڀن کان شاهه جي طرز نگارش آهه ٻي
حق جي رستي ۾ هن جي ڪدو ڪاوش آهه ٻي

ڪٿ پنهل جا پار ٻڇندي سور سسئيءَ جا ڪٽي
محبتون ميهار خاطر تار ۾ ٿو هٿ هٽي
چت چنيسر کي رکي ليلا ٿي ليلائڻ وٺي
جوڳين جي جوءِ ٻڇندي ڳالهيون تن جون ڳٽي

مينڌري جي لاءِ موصل ٿي ٿو اوجاڳا ڪري
ٻول ٻيجل جو ٻڌي سورٺ ٿيو سڏڪا ڀري

ڪيئنڪي وسريون وطن جون هنکي ويڙهيون واڙهون
هيچ ٿيون هن جي نظر ۾ محل توڙي ماڙيون
هن ڪٿيون ۽ کنهنبڙيون هرگز نہ پٽ سان ٻاڙيون
تنگ طرح ڪي لڳل تن ۾ وطن جون تاڙيون

جي گهري ٿو تہ ٿو ٻهرين سو گهري سنڌ جو سڪا
ٻوم چوي ٿو لاءِ ڏيهن جي مٿان ڏاتر ڏڪار

مختصر مطلب تہ قصا سنڌ جا دهرائي ويو
سڀ مجازيءَ مان حقيقي راز سمجهائي ويو
في الحقيقت حق سان هو پنهنجي لنئون لائي ويو
۽ وطن جي حب جو تاڪيد فرمائي ويو

شاہ جو باعث الهيءَ اعليٰ ۾ اعليٰ شان ٿيو
۽ زبان سنڌ تي آن جو وڏو احسان ٿيو

هي ڏيئي پيغام هڪ ويو آهہ جو دانائہ راز
تنهن مٿي جيڪو هلي ٿيندو آهولي سرفراز
هت ۽ هت رهندو برابر آن جو عزو امتياز
مدح ۾ آن جي رهي تو ٿي غني نغمہ طراز

ٿل هلون نقش قدم تي مرد حق آگاہ جي
۽ ٿئي حاصل هدايت ٿل مهابي شاہ جي

هن وقت جناب مسرور حسن صاحب ڪمشنر حيدرآباد ڊويزن جو ساڳئي وقت تي شاہ ثقافتي مرڪز جو پريزيڊنٽ بہ آهي، تنهن جي نيڪ راء اها آهي تہ شاہ جيڪي معرفت جا ماڻڪ پکيڙي ڇڏيا آهن تن کي موڙي مشابهت جي لحاظ سان مالها ٺون مڙهوون وڃن. هيءَ انهي ڏس ۾ پهريون قدم آهي جيڪو انفرميشن ڊپارٽمنٽ جي طرفان کنيو ويو آهي ۽ ڪوشش اها آهي تہ هن دفع شاہ اسلامي اقدار ، بابت جيڪي چيو آهي سو جي سڀ نہ تہ بہ آن جو ڪو حصو عام جي آڏو آڻجي.

اها دعويٰ نہ آهي تہ ڪو هتي سيني جواهرن کي جوتي آندل آهي، پر ڪتاب جي ضخامت ۽ وقت جي لحاظ سان جيڪو ڪم ڪيل

آهي سو الهيءَ ڏس ۾ هڪ ننڍڙي وک آهي ۽ جيئن مسافر منزل ۾ پهرين قدم آهسته، ڪٿي پوء تيز هلندو آهي، تيئن اميد اهائي آهي ته جو ڪم نيڪ نيتيءَ سان ڪنهو ويو آهي سو سگهو ئي وڃي پايہ تڪميل تي پهچندو -

آخر ۾ جنهن خدا رسيده بزرگ انهي راه جي رهنمائي فرمائي آهي آن جي حضور ۾ عقيدت جي اظهار ڪي ۽ سعادت سمجهيو وڃي ٿو.

شه پٽائي گهوٽ اي آل عليءَ جا نيڪ آل
سڀ ولايت ۽ ڪرامت جا سريا توکي ڪمال
جنکي احسن ٿا چون، سي شاه سڀ سريئي خصال
سنڌ ۾ توکي چون ٿا آهين تون لالن جو لال

ٿيو خدا جي حڪم سان تنهنجو برابر اتصال

معرفت جي ماڻڪن جي وٽ ورا هيندڙ لطيف
راز بي انداز قدرت جا سٽالهندڙ لطيف
گمرهن کي رهه هدايت جي پڌالهندڙ لطيف
من کي نيئي پار پرين جي پڄالهندڙ لطيف

تنهنجي اکين جو ملي مشڪل ٿيو آهي مثال

شاعران سنڌ جو تون آهين افسر خوب خوب
نقش پا تنهنجو اسان لئه آهه رهبر خوب خوب
تنهنجو ٿيو رمزو معانيءَ ۾ ته دفتر خوب خوب
ٿيو عروس سنڌ وٽ هي واه زيور خوب خوب

جا سندس جڳ مڳ جلا ۽ جا سندس جوت ۽ جمال

مرتبو حاصل وڏو ٿيو حافظ شيراز کي
پر ڏسي ها ڪاش تنهنجي شعر جي انداز کي
سوز تنهنجي کي سچائي ها پر وڄي ساز کي
تنهنجي قدمن ۾ ڪنو پنهنجي ڪري ها ناز کي

تنهنجي زهد و اتقا جو آهي هي، حاصل مال

دفتر معنوي جوان يا آهي شربت الگبين
شعر تنهنجو ٿيو شريعت جي امانت جو امين
جا ته آهي، آهي ليڪن مولڪي ٿيو اهڙو يقين
جيسين قائم آسمان ۽ آهي گردش ۾ زمين

تيسين اچڻون ناهي ٿيو سنڌي، زبان تي ڪو زوال

گنج تنهنجو شاه ٿيو قرآن جو تفسير آهه
جنهن کان ٿئي روشن جهان گويا آها تنوير آهه
جا معانيءَ ۾ مڪمل جا سنڌس تطهير آهه
ويئي وڌي جنهن کان زبان سنڌ جي توقير آهه

شعر تنهنجي جي سچائي ڪنهن ۾ ڪا حد ڪمال

تنهنجي هر هڪ بيت جو هر لفظ ٿيو الهام آهه
معرفت جو ۽ حقيقت جو منجهس پيغام آهه
الف جنهنجي ابتدا ۽ الف تي اختام آهه
يعني اول تا ته آخر هڪ خدا جو نام آهه

حق جي تعليم ڌاران پيو نه اُن ۾ قيل و قال

واقعن تي ٿو جڏهين پنهنجو قلم توڻ وار اُين
ڪٿ پنهل تي پاڻ توڻ تي ڪٿ سسئي ڏيڪارئين
يا تہ ليلا تي ڪٿي پرور اڳيان پو ڪارئين
يا وطن جي ياد ۾ هر هر هنجهون ٿو هارئين

زخم خوردہ جيڪي دليون تن جو تو ڪيو اند مال

شل وطن وارن کي اهڙي ڪا سعادت اڄ سري
تنهنجي نسخي کي آڻن هٿ ۾ ڪٿي رهبر ڪري
آهہ هيئن لاريب تن تان هر مصيبت ڪر ٽري
باليقين هر دو جهان ۾ تن جي جهڪر ٻٽ پري

تنهنجي در تي ملتجي آهي غني ڏيو خستہ حال

جنهن الاهي عشق ۾ هن سونهاري سهہ جوڳي ٿي جبل جهاڳيا، ساموندي
سفر ڪيا ۽ تڙ تڪيا ۽ ڇهو تہ
اول آخر آهہ هلڻون مولکي هوت ڏي

سو نيٺ هن لئہجي تي پهتو تہ

عاشق معشوقن جي وئي ويهہ ڳري
جم ورچي ڇڏئين سندي دوست دري
ڏيندا پڪي پاڄهہ جي، وينئد ۽ لپ ٽري
اسان تان نہ سري، توڪيئن سري سهرين

* * *

عاشق معشوقن جو وئي ويهج سهر

اچي پڇند ۽ ڀاڻهين ، ڀرتا ڀري ڀر
پلائن سندو پير ، رهبر ٿيند ۽ راهہ ۾

عاشق معشوقن جو وڻي ويهج در
اچي پڇند ۽ سپرين لهند ۽ سر سير
پلائيء جو پير رهبر ٿيندء راه ۾

عاشق معشوقن جو وڻي ويهہ دڪاڻ
پنج پيش ڀرين جي اٿيئ وجهي پاڻ
تہ تون تنهين ساڻ ، سدا رهہ سرخرو

عاشق معشوقن جو وڻي ويهج گهٽ
جم ورچي چڙئين موڪيء سندو مٽ
ڪري سرجي سٽ ، پيچ ڪي پيالين

عاشق معشوقن جو وڻي ويهج رند
پيارينده پاڻهي ميخاني جو مند
ڪيم ڪيج تون ڪند اوڏو ٿي آن ڪي

۶ آخر دوست جي ديدار جو اميدوار ٿي چوي ٿو

توجنهن جي ذات تن ۾ آهي تنهنجي
فاذڪروني اذڪرڪم اي ڀروڙج ڀات
هٿ ڪاتي ڳڙ وات ڀچڻ ڀر ڀرين جي

عاشقن الله جي سدا وائي وات
فاذ ڪروني اذڪر ڪم تن ۾ اها ذات
الهيء ڪان ڪنهن ساعت ، سڄڻ ويل نه وسري

۽ ان الهن پنڌن کان ٻوءِ جي وجود ۾ وڙائين ته سندس حق ٻين نگاهن ڏسي ور ڏوته.

ونحن اقرب اليه من حبل الوريد.

● فرمايائين ته:-

طالب ڪثر سنه سر روميءُ ڇهو آهي
تاڙي جي لاهي ته منجهم مشاهدو ٿئي

* * *

طالب ڪثر سنه سر، ايءَ روميءُ جي اوطاق
جي ٻجهي در فراق ته منجهم مشاهدو ٿئي

* * *

ووڙيم سڀ وڻاٽ ٻار ڪارڻ جت جي
والله بکلِ شيءُ محيط ايءُ آرهاٽيءَ اهڃاڻ
سڀ ۾ پنهون ڀاڻ، پيوناهه پروچ ري

* * *

جان پيهي ڏٺم ڀاڻ ۾ ڪري روح رهاڻ
تان لکو ڏونگر ڏيهه ۾ نڪا ڪيچين ڪاڻ
پنهون ٿيس پاڻ، سسئي تان سور هوا

* * *

پر گهر پاسو ڪري پيچ پريان ڪر ڀاڻ
سو تان توئي ساڻ جه لئه جفا ٿون ڪرين

* * *

شل الله تعاليٰ سڀني کي اها هدايت ڏي جو سڀ انهيءَ ٻارپري هاديءَ جي هدايت تي هلون ۽ ثواب دارين حاصل ڪريون.



ڀٽ شاھ ۾ شاھ لطيف جي ورسي جي موقعي تي محفل موسيقي.



درگاه شريف جو اندروني منظر ڊويزنل ڪمشنر ۽ ٻيا آفيسر مرمت جي ضرورتن جو جائزو وٺي رهيا آهن.

# سلام عقيدت

السلام اي شاعر مشرق سلام　　السلام اي صاحب عالي مقام
السلام اي اوليائن جا امام　　السلام اي پاڪ ذات و پاڪ نام

ڪامل و اڪمل ولي توتي سلام
نازش آل علي توتي سلام

مالڪ صبر و رضا تو تي سلام　　رهبر راهه بقا تو تي سلام
مخزن مهر وفا تو تي سلام　　مصدر صدق صفا تو تي سلام

تابع حڪم خدا تو تي سلام
شاڪر رنج و بلا تو تي سلام

چاره ساز بيڪسان تو تي سلام　　ياور درماندگان توتي سلام
تاجدار عاشقان تو تي سلام　　سنڌ جا روح روان تو تي سلام

بحر حڪمت جي شناور تي سلام
معرفت جي پاڪ دفتر تي سلام

پاسبان قصر و ايمان تي سلام　　رهنماءِ راه عرفان تي سلام
مظهر انوار يزدان تي سلام　　پيڪر تصوير قرآن تي سلام

السلام اي دين احمد جا نقيب
السلام اي مير مرسل ﷺ جا حبيب

راه حق جا رهنما تو تي سلام　　صاحب جودو سخا توتي سلام
منبع فضل و عطا تو تي سلام　　صدر اعظم صوفيا تو تي سلام

السلام اي راز حق جا راز دار
السلام اي شاعريءَ جا شهر يار

محسن سنڌي زبان تو تي سلام　　باغ سنڌ جا باغبان توتي سلام
علم جا گوهر گران تو تي سلام　　واعظ جا دوبيان تو تي سلام

نازش بزم سخن تو تي سلام
زينت هر انجمن تو تي سلام

# نذر عقيدت

اي طلبگار حقيقت معرفت جا رهنما
شهه ڀٽائي گهوٽ سهڻا مرحبا صد مرحبا

سنڌ کي ڏيو ناز آهي شاه تنهنجي ذات کي
فخر انهيءَ ناز تي ڪريان اهو بلڪل بجا

دفتر معنيٰ جو گويا بحر بي پايان تون
ڇا ڪريان تعريف تنهنجي اي سخنور سنڌ جا

تون ولين ۾ ولي سرتاج صوفين جو چوان
سا زبان آهي ڪٿي پوري ڪري تنهنجي ثنا

صفح دنيا تي رهندو تنهنجي تقويٰ جو مثال
صابر و شاڪر آهيءَ تي جا خدا جي ٿي رضا

معرفت جي بزم تو ڪان ٿي سدا سينگاريل
حق جي تعليم ڏيئي تو ڪيو حق آشنا

شعر ۾ ندرت شعاريءَ جو ڏيو توکي ڪمال
همسريءَ جي ڪوڪري دعويٰ ته ٿي ڪوڙي آها

نفس جي نفسانيت نابود ٿي هن ڪان ٿئي
عشق جا شعلا اٿن ۽ ناس ٿئي حرص و هوا

تو مس دل کي بنائي سون خالص جو مثال
شعر تنهنجو شاه سچ پچ آهي نسخه ڪيميا

وير ۽ ويڇا وڃائي دل منجهان دوئي ڪڍي
صلح ڪل جا ڪل سبق ثابت ٿين هن مان صفا

سمجھه ڪهڙي؟ جا نه سمجھي شاھ تنھنجي شعر کي
سمجھه وارن کي ٿئي هن مان ٿي حاصل رهنما

جي ڪري جاڙون جبل ته به تنھنجي منزل ڪيچ ٿي
تنھنجي پيرن کي ڪري ڀانھون نه سگھيا ڏاڪڙا

ويس مارئي ۾ ٻڌائين داستان حب الوطن
تيو اشارو آھه آن ۾ سڀ وطن تان ٿيو فدا

عشق جي دريا جو آهي تو ڏنو سھڻو مثال
ٿيو مرڻ حق پر ٻڏيءَ جا تو ڇيو ٻيڙا ٿيا

راھه جو ريجھڻ رسڻ ڇا سو چنيسر ۾ چٽو
جن رسايو راھه کي سي ڪين رلي رڻ ۾ پيا

سين سانئل ۾ سڻايا سور تو سورٺ، سندا
مثل مومل جي رهين تو عشق ۾ اڳرو سدا

ڪٿ پسايو پاڻ تو نوريءَ سندو آهي نياز
سو ٻڌائيي عجز آزي مان ٿئي تو ڇا عطا

سنڌ وارن تي اهو تنھنجو وڏو احسان آھه
آھه ٿيو سنڌي زبان کي تو کان ئي حاصل بقا

شاھ تني تعليم تنھنجي هڪ بھار بي خزان
تر و تازه ٿي رکي جا سنڌ جو گلشن سدا

معدن حڪمت جو آهين شاھ تون ئي ڪانڪن
گنج تنھنجي ۾ ڏنم گوهر هزارين بي بها

تنهنجي بيتن ۾ پيريل تفسير ٿمو قرآن جو
فيضور جنهن کان هزارين شاه ٿيا توڙي گدا

در حقيقت معجزي کان پي مٿي تنهنجو ڪلام
ڪنهن ۾ شاعر کان اداٿي ڪين ٿا تنهنجي ادا

فهم انساني سچاٿي شاه تنهنجو شان ڪينءَ
سا خبر آهي خدا کي در حقيقت آهين ٿيا

من مهابي مهر تنهنجي مينجن منهنجون مديون
در خدا جي آه منهنجي با ادب هيءَ التجا

قابل تعظيم هي در قابل تڪريم تون
جي غني سڌجن آهي پي هت ٿيا آهن گدا

---

## هديہ عقيدت

شاعران سنڌ جو تون آهين رهبر يا لطيف
صوفين ۾ ڪونہ ڪو تنهنجي برابر يا لطيف
عاشقان حق جو تون آهين افسر يا لطيف
آهين بحر علم جو تون لي شناور يا لطيف
سنڌ ۾ تنهنجو ڏسان تو ڪونہ همسر ها لطيف

* * *

چو ٿو ٿئي نازان توتي سنڌ ۽ سنڌي زبان
بخش جنهنکي آهه ٿيو تو کان حيات جاودان
جي ته پيدا راز مخفيءَ جا ٿئين ها راز دان
گنج حڪمت مان ڪيڍي ها ڪير گوهر يا لطيف
سنڌ ۾ تنهنجو ڏسان تو ڪونه همسر يا لطيف

* * *

شعر ۾ باريڪ لڪتن تي رسي تنهنجي نگاه
تنهنجي تلميحن اشارن تي چوي دل واه واه
شاعريءَ جي مملڪت جو تون برابر بادشاه
آسمان علم جو اڪمل تون اختر يا لطيف
سنڌ ۾ تنهنجو ڏسان تو ڪونه همسر يا لطيف

* * *

شعر تنهنجي جو مٿانهون هن ڪري ٿيو مرتبو
جو ڪلام پاڪ ۾ تنهنجو ڪيو تفسير تو
عبد ۽ معبود جو توکان تفاوت ٿيو چٽو
راز جي قدرت رکيا تون تن جو ماهر يا لطيف
سنڌ ۾ تنهنجو ڏسان تو ڪونه همسر يا لطيف

* * *

علم عرفان جي حقيقت کي ڪيو تو بر ملا
آهه ڇا راز تصوف تنهنکي تو ڪوليو صفا
سا سٺائي صاف جيڪا ٿي شرع جي اقتدا
نڪته تحقيق جو تون لڪته پرور يا لطيف
سنڌ ۾ تنهنجو ڏسان تو ڪونه همسر يا لطيف

طالب تحقيق خاطر راهبر تنهنجو ڪلام
ابتدا نام خدا سان آهي عبرت اختتام
تو پڙهي دل سان پرائي فيض هن مان خاص عام
حق جي تعليم سان پر تنهنجو دفتر يا لطيف
سنڌ ۾ تنهنجو ڏسان تو ڪونه همسر يا لطيف

* * *

زهدو تقويٰ ۾ ملڻ آهي عبث تنهنجو مثال
خوش رهين هر حال ۾ توڙي ٿيو جي خسته حال
تو ڦٻوليو ڪين ڪي دنيا سندو مال و منال
سور ۽ سختيون پسند ڪيا پنهنجي خاطر يا لطيف
سنڌ ۾ تنهنجو ڏسان تو ڪونه همسر يا لطيف

* * *

سنڌ ۾ تون جيئن ٿئين والي ولايت جو ڏٺي
تيئن نه ڪو آهي ٻيو ڪامل ڪرامت جو ڏٺي
باليقين تو بعد نه آيو ڪو هدايت جو ڏٺي
ٿيا طريقت جا طريقا توکان ظاهر يا لطيف
سنڌ ۾ تنهنجو ڏسان تو ڪونه همسر يا لطيف

* * *

جنهن امارت کي ڦٽو ڪيو تون آهو آهين امير
بادشاهيءَ کان مٿي ڪنهن مرتبي وارو فقير
رهبر عالم چوان توکي چوان تو دستگير
تون خدائي حڪم جو ٿيو آهين مظهر يا لطيف
سنڌ ۾ تنهنجو ڏسان تو ڪونه همسر يا لطيف

ڪير آهي جيڪو پنهنجي سر جي قرباني ڪري
ڪير آهي جو اچي ڏڙ ڪي اڏيءَ تي تو ڏري
ڪامندي ڪوري ۾ آهي ڪير جنهنجي دل ٺري

تو سوا ڏسجي نہ ڪو اهڙو تہ ڏهسر يا لطيف
سنڌ ۾ تنهنجو ڏسان تو ڪونہ همسر يا لطيف

* * *

ڪير آهي جو گهڙي ڪن ۾ تو گهاتوءَ جي مثال
ڪا پڙين ڏاران وڃائي ڪير پنهنجو روئي حال
آهہ وڻجارن سوا تي زندگي جنهنجي وبال

سنهن خدا جو سو تہ تون داتا جو دلبر يا لطيف
سنڌ ۾ تنهنجو ڏسان تو ڪونہ همسر يا لطيف

* * *

ديس ڏارئين ۾ رهين تو ويس مارئي جو وٺي
قيد ۾ جا بند ۾ ساڳي آها سختي سٺي
جان پنهنجوءَ تي جلائي ٻره واري تو ٻٺي

ٻر ڪڏي تو ڪين هرگز ٻاڦ ٻاهر يا لطيف
سنڌ ۾ تنهنجو ڏسان تو ڪونہ همسر يا لطيف

* * *

هر گهڙي توکي ڏسان ٿو سوز ۽ ساڙي ۾ تون
رات جو راڻي جي خاطر روج ۽ راڙي ۾ تون
ڏينهن جو هڪلون ڪندو هلندو هلين هاڙي ۾ تون
ساٿ سورن جا ڪٺي ڏوريا تو ڏولگر يا لطيف
سنڌ ۾ تنهنجو ڏسان ٿو ڪونه همسر يا لطيف

* * *

لعل تي ليلا وڇايو ور نه ورسايس وري
هار تي هر ڪي ته تنهنڪي سور ۽ سختي سري
ڪيرتون ڪارون ڪندي منڌ نيٺ ويئي آت مري
تو ته روئي پنهنجو ريجهايو چنيسر يا لطيف
سنڌ ۾ تنهنجو ڏسان ٿو ڪونه همسر يا لطيف

* * *

ڪير آهي ساز تي سر ڇي ڏنو جنهن سر اڇي
سور سورٺ جان ڪٺي سو پاڻ ڏيو پختو پڇي
پول پيچل سان پدل تي مرد ٿيي بيٺو مڇي
جيئن ته مون جاچي ڏٺو سو تون دلاور يا لطيف
سنڌ ۾ تنهنجو ڏسان ٿو ڪونه همسر يا لطيف

* * *

دور تنهنجو شان آهي عقل کان ادراڪ کان
ڪيئن پلا تعريف تنهنجي ڪو ڪري سگهندو بيان
عام توکي عام لفظن ۾ ڪري ٿو پيو عيان
مرتبو تحقيق ڇاڻي تنهنجو داور يا لط ـ
سنڌ ۾ تنهنجو ڏسان ٿو ڪونه همسر يا لطيف

دل منجهان اهڙي صدا نڪري ٿي منهنجي بار بار
معرفت جي مئي منجهان ڪا سرڪ تون ساقي پيار
ٿي وڃان مدهوش، مدهوشيءَ ۾ پسجي جلوه يار
تون عطا ڪر منهنجي دل کي اهڙو اوجر يا لطيف
سنڌ ۾ تنهنجو ڏسان ٿو ڪوٺ همسر يا لطيف

* * *

اي "غني" دل سان چؤ تنهن نڪته پرور تي سلام
طالب - حق بي ريا محبوب - داور تي سلام
جو سخي صاحب سخا جو اهڙي سرور تي سلام
بي بدل عالم، ولي، سهڻا سخنور يا لطيف
سنڌ ۾ تنهنجو ڏسان ٿو ڪوٺ همسر يا لطيف

